# سِنڌي ٽيون ڪِتابُ

## ٽئين ڪلاس لاءِ

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

# سِنڌي ٽيون ڪِتابُ

## (ٽِئين ڪلاس لاءِ)

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو
ڇپيندڙ:

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد پٺاڻ
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس پٺو

ليکڪَ: ڊاڪٽر غلام علي الانا - سيد امداد حسيني
محمد پريل 'بيدار' مڱريو - غلام رسول چنا
ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو - عزيز ڪنگراڻي
علي دوست عاجز - محمد اسحاق سميجو
خالد آزاد - شفيع محمد چانديو

ايڊيٽر: سيد شير شاهه بُخاري، ڊاڪٽر نور افروز خواجه
پروفيسر سراج چنا، اويس پٺو، محمد ادريس جتوئي

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر غلام علي الانا - تحسين ڪوثر انصاري
سيد غلام اڪبر شاهه "نمائي" - تاج جويو
دلشاد احمد ڏيٽو - شفيع محمد چانديو
عزيز الله پنهور - محمد ادريس جتوئي

السٽريشن ۽ لي آئوٽ: ساجده يوسف
ڪمپوزنگ ۽ پيج ميڪنگ: نور محمد سميجو
پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوڻيجو

---

هي ڪتاب ........................................ پريس ................ ۾ ڇپيو.

# فهرست

# ٻه اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جنهن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پائيپيءَ، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊڪٽرچ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو. جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگرديائيون پورو پورو لاڀ ماڻين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

مفت ورهاست لاءِ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سبق پهريون

# ڏٺيءَ جي وڏائي (حَمدُ)

سکيا جي حاصلات

- ڏٺيءَ جي وڏائي ۽ سندس قدرت بابت ڄاڻ حاصل ٿيڻ.
- حمد سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
- لفظن جي ذخيري ۾ واڌارو ٿيڻ ۽ درست استعمال ڪرڻ.
- هم آواز لفظن جي ڄاڻ حاصل ٿيڻ.

ڏِســــي دنيـــا ۾ عجـــب نِظـــارا،
ســـائينءَ جـــي سَـــگهه ســمجُهه پِيـارا،
اُپ ۽ ڏرتــــــيءَ تـــــي اِســــرارَ،
جوڙيـــا ســـائينءَ ســـپ جِنســـارَ.

وَڻ ٽِـــڻ ٻُوٽـــا ڏٺـــيءَ اُپايـــا،
قِســـمين قِســـمين پَـــن بنايـــا،
گُـــل ڦُـــل ميـــوا ڪئـــين گُلـــزارَ،
جوڙيـــا ســـائينءَ ســـپ جِنســـارَ.

جبـــلَ، نَـــديون ۽ چشـــما، لاهَـــ،
سَـــمنڊَ، تـــلاءَ ۽ ڍِنـــديون، واهَـــ،
بـــرفَ، ڳَـــڙا ســـپ ڏارو ڏارَ،
جوڙيـــا ســـائينءَ ســـپ جِنســـارَ.

اُپ ڏي ڏـــوري نظـــرَ ڪريـــو،
ســـج چنـــڊ تـــي پـــڻ ڌيـــانُ ڌَريـــو،
سُـــهڻِي تـــارن سَـــندي قطـــارَ،
جوڙيـــا ســـائينءَ ســـپ جِنســـارَ.

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کان 'حمدُ' سُر ۽ لئه سان پڙهايو وڃي.

مفت ورهاست لاءِ

راتـــين پُنيـــان ڏيـــنهن اچـــن،
جُهــــڙن پُنيـــان روز روشـــن،
كــــڏهن چانـــدوكي كـــڏهن كـــار،
جوڙيـــا ســـائينءَ ســـپ جِنســـارَ.

جَـــڳَ جـــو چَرخـــو عَجـــبُ چَلـــي،
سَـــيكو چَئـــي تـــو بَلـــي بَلـــي،
كَـــري نـــہ كـــوئي سَـــگهي شُـــمار،
جوڙيـــا ســـائينءَ سَـــپ جِنســـارَ.

كشنچند ’بيوس‘

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻيو ٿو؟

(ب) جيڪو بند اوهان کي وڻيو ٿو، سو ڇو ٿو وڻي؟

(ج) گل ڦل، ميوا ڪنهن پيدا ڪيا آهن؟

(د) اسان رات جو آسمان ۾ ڇا ڏسندا آهيون؟

۲. هيٺيان نوان لفظ، سُڻن اکرن ۾ لکو:

عجب - گلزار - چاندوڪي - قطار - ڳڙا

۳. ’نظارا‘ ۽ ’پيارا‘ هم آواز آهن. هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ لکو:

| جنسار | |
|---|---|
| واهہَ | |
| اُپايا | |
| ڏَريو | |

۴. ياد رکو تہ: جنهن شعر ۾ الله تعاليٰ جي ساراهہ هجي، اُن کي ’حَمدُ‘ چئبو آهي.

مفت ورهاست لاءِ

سبق ٻيو

### سکيا جي حاصلات
- نبي سائينءَ جي اخلاق بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- سُٺيون عادتون پرائڻ.
- پورهئي جي عظمت ۽ انسان جي احترام بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- نوان لفظ ڳاهڻ ۽ لکڻ.
- نوان لفظ جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- جانورن ۽ پکين تي ڪهل ڪرڻ.

# حضرت مُحَمَّد صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ جا سُهڻا اخلاقَ

حضرت مُحَمد صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ سُهڻن اخلاقن جا مالک هئا. پاڻ سُٺي سُڀاءَ وارا، سچار ۽ ايماندار هئا. سدائين سچ ڳالهائيندا هئا. ننڍن سان پيار ڪندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ ٻار جمي تہ ان جو نالو سٺو رکو. هڪ شخص کين چيو تہ ”توهان ٻارن سان ڏاڍو پيار ڪريو ٿا، اسان تہ ايترو ڪونہ ڪندا آهيون.“ اُن تي نَبِي سائينءَ فرمايو تہ ”الله سائينءَ جيڪڏهن تنهنجِي دل مان رَحم ڪڍي ڇڏيو آهي تہ اُن ڪي آءٌ ڇا تو ڪري سگهان!“

پاڻ سڀڪورا پاڙيسرين جي پارت ڪندا هئا، فرمائيندا هئا جيڪو شخص پاڻ تہ ڍؤ ڪري کائي ۽ سندس پاڙيسري بُک مري، اهو پورو مومِن نہ آهي. پاڻ يتيمن جا يار هوندا هئا ۽ بيمارن جي پرگهور لهندا هئا. پورهيت کي پگهر سُڪڻ کان اڳ مزدوري ڏيڻ لاءِ چوندا هئا. پاڻ سڀڪورا مُرڪي ملڻ ۽ ماءُ پيءُ جو ادب ڪرڻ کي وڏي نيڪي ڪوٺيندا هئا.

پاڻ سڳورا جانورن توڙي پکين تي بہ رحم ڪندا هئا. هڪ پيري هڪ اصحابي جهرڪيءَ جا ٻچا ڪٽي آيو.”پاڻ سڳورن ڪيس حڪم ڏنو تہ جهرڪيءَ جا ٻچا آکيري ۾ رکي اچ.“

پاڻ سڳورا گِلا، چُغلي، ڪُوڙي شاهدي ۽ ڪُوڙي قسم کڻڻ کان منع ڪندا هئا. چوندا هئا تہ ”ڪاوڙ نہ ڪرڻ گهرجي“. پاڻ غلطيون معاف ڪري ڇڏيندا هئا.

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) پاڻ سڳورن پاڙيسرين بابت ڇا فرمايو آهي؟

(ب) پاڻ سڳورن کهڙين ڳالهين کي وڏي نيڪي ڪوٺيو آهي؟

(ج) پاڻ سڳورا ٻارن سان ڪيئن پيش ايندا هئا؟

(د) پاڻ سڳورن جي زندگيءَ مان اسان کي کهڙو سبق ملي ٿو؟

۲. هيٺ ڏنل لفظ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

مالڪ - سائين - سُياءُ - معاف - پارت

۳. لفظ ناهيو. جيئن: ملڻ ← مليو

گهمڻ ← .................. پڙهڻ ← ..................

کلڻ ← .................. لکڻ ← ..................

۴. ٻارو هن سبق مان پاڻ سڳورنﷺ بابت ڪي بہ پنج جملا لکو.

۵. ياد رکو تہ: اسان کي پکين ۽ جانورن تي رحم ڪرڻ گهرجي.

مفت ورهاست لاءِ

## سبق ٽيون

**سکيا جي حاصلات**
- نعت جي اهميت ڄاڻڻ.
- نعت سُر ۾ لئه سان پڙهڻ.
- هم آواز لفظ ڳولڻ ۾ لکڻ.

# پاڻ سڳورا (نعت)

جِيءَ جِيارا پاڻ سڳورا،
سَڀ کان پيارا پاڻ سڳورا.

دوستُ هُجي يا دُشمن چاهي،
سيني لئہ ٻاجهارا آهن.
جِن جو ڪوبہ سَهارو ناهي،
تِن جي لاءِ سهارا آهن.

جيءَ جيارا پاڻ سڳورا،
سڀ کان پيارا پاڻ سڳورا.

هِيڻن سان هَمراهُہ سدائين،
ڪمزورن جي طاقتَ آهن.
ٻارو ڏينهَن قِيامت تائين،
ساري جڳ لئہ رحمتَ آهن.

جِيءَ جيارا پاڻ سڳورا،
سڀ کان پيارا پاڻ سڳورا.

امداد حسيني

**ياد رکو تہ:** جنهن شعر ۾ نَبِي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جي ساراهہ هجي، ان کي 'نعت' چئبو آهي

مفت ورهاست لاءِ

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نعت مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻيو ٿو؟

(ب) اهو بند توهان کي ڇو ٿو وڻي؟

٢. هي بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان ڀڄايو.

٣. هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ ڳولي لکو، جيئن: جيارا - پيارا

| سهارا | |
|---|---|
| طاقت | |
| سدائين | |
| چاهي | |

٤. نعت جون هيٺيون سِٽون پوريون ڪريو:

جِيءَ جِيارا ..................................

.................................. پاڻ سڳورا.

٥. تصوير ۾ رنگ ڀريو:

سکيا جي حاصلات
- اسلامي مشاهيرن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- آواز مان لفظ ٺاهڻ.
- اسم جي وصف ڄاڻڻ ۽ استعمال ڪرڻ.
- متبادل معنيٰ وارن لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

# حضرت ابوبڪر صديق رَضي الله عَنهُ

حضرت ابوبڪر صديق رَضي الله عَنهُ مڪي شريف ۾ پيدا ٿيا. سندن نالو عبدالله هو. پاڻ مڪي جي قريش خاندان مان هئا. پاڻ حضرت مُحمّد صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن کان عمر ۾ ٿورا ننڍا هئا. ڪين پاڻ سڀڱورن سان سچي محبت هوندي هئي. جڏهن نَبِي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن ڪين اسلام جي دعوت ڏني. تڏهن پاڻ حضور جَن کي سچو پيغمبر مڃي ايمان آندائون. مردن ۾ حضرت ابوبڪر صديقؓ سڀني کان پهرين مسلمان ٿيا.

حضرت ابوبڪر صديقؓ اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ به ڏاڍا نيڪ ۽ پرهيزگار هوندا هئا. قريش خاندان ۾ سندن وڏي عزت هوندي هئي. اسلام کان اڳ، انصاف ۽ عدالت جو ڪم سندن حوالي هو. پاڻ سادا، سخي ۽ مهمان نواز هئا. نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن جو هر قدم تي ساٿ ڏنائون. هجرت وقت جڏهن پاڻ ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون ”ثور“ نالي غار ۾ رهيا، تڏهن حضرت اَبُوبڪر صديقؓ ساڻن گڏ هئا. اهو ئي سبب آهي، جو ڪين ”يارِ غار“ به چوندا آهن.

اسلام پکيڙڻ ۽ مسلمانن جي مدد لاءِ حضرت اَبُوبڪر صديق رَضِي الله عَنهُ، جاني توڙي مالي قربانيون ڏنيون. اسلام آڻڻ وقت، وٽن چاليهه هزار دينار هئا، اهي سڀ دينار اسلام جي تبليغ، مسڪين ۽ محتاج مسلمانن جي مدد ڪرڻ ۾ خرچ ڪري ڇڏيائون. جَن غلامن اسلام قبول ڪيو هو، تن کي سندن مُشرڪ مالڪ، ڏاڍيون تڪليفون ڏيندا هئا. حضرت اَبُو بڪر صديقؓ انهن غلامن کي خريد ڪري، آزاد ڪرايو.

هڪ ڀيري، نَبِي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن فرمايو ته ”اسلام کي جيترو فائدو اَبُوبڪر جي مال پهچايو آهي، اوترو ٻئي ڪنهن جي مال نه پهچايو آهي.“

نَبِي ڪَريم صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن تبوڪ واري جنگ جي تياريءَ وقت، سيني مسلمانن کي مالي مدد ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو. اُن موقعي تي حضرت ابوبڪر صديقؓ پنهنجي گهر جو سمورو سامان آڻي، سندن اڳيان حاضر ڪيو. حضور صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن کانئن پڇيو ته” اي ابوبڪر! گهر ۾ ڪجهه بچايو اٿئي“؟ جواب ۾ عرض ڪيائون ته ”الله ۽ ان جي رسول جو نالو ئي گهر ۾ ڇڏي آيو آهيان“.

نَبِي ڪَريم صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن جي وصال کان پوءِ کين خليفو چونڊيو ويو. پاڻ ٻه سال ٽي مهينا خلافت هلائي، تيرهين هجريءَ ۾، ٽيهٺ ورهين جي ڄمار ۾، وفات ڪيائون. کين نَبِي ڪَريم صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن جي پرسان دفنايو ويو. حضرت ابوبڪر صديقؓ وفات وقت چيائون ته ”مون کي پراڻي ڪپڙي جو ڪفن ڏجو، نئين ڪپڙي جي ضرورت مُئلنِ کان وڌيڪ جيئرن کي آهي. وڌيڪ چيائون ته ” مون خلافت جي وقتَ ۾ اُجوري طور جيڪا رقم، مسلمانن جي مال مان کنئي آهي، اُها منهنجي ذاتي ملڪيت مان واپس ڪئي وڃي.“

سندن زندگي اسان سيني لاءِ وڏو سَبَقُ آهي.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حضرت ابوبڪر صديق رضہ ڪهڙيون قربانيون ڏنيون؟

(ب) حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي ”يارِ غار“ ڇو سڏيو وڃي ٿو؟

(ج) حضرت ابوبڪر صديق رضہ جَن وفات وقت ڪهڙي وصيت ڪئي؟

٢. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻُڌايو:

| سندس | سندن | ڪيس | کين | کانئس | کانئن |
|---|---|---|---|---|---|

٣. ٽن آوازن وارا چار لفظ ٻُڌايو، جيئن : خبر

٤. ڪنهن به ساهه واري، ماڻهوءَ جاءِ، شيءِ، ڪم، حالت ۽ خاصيت جي نالن کي اسم چئبو آهي.

جيئن: اڪبر- سحر- ڳئون- اسڪول- ڪتاب- لکڻ- پڙهڻ- هوشياري- فقيري- جواني- پيري

٥. هن سبق مان اسم ڳولي لکو.

سکيا جي حاصلات

- پنهنجي ملڪ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- صوبن جي تاريخ ۽ ثقافت بابت بنيادي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- ابتڙ لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- ننڍا جملا ٺاهڻ ۽ لکڻ.

سبق پنجون

# اَسان جو مُلڪ

اسان جي ملڪ پاڪستان جا چار صوبا- سنڌ ، پنجاب ، بلوچستان ۽ خيبرپختونخوا آهن. ان کان سواءِ گلگت بلتستان ۽ قبائلي علائقا به پاڪستان جي انتظام هيٺ آهن. پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ اسلام آباد آهي. ملڪ جي هر صوبي ۾ هڪ مکيه ٻولي ۽ ڪيئي ٻيون به ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. اهڙيءَ ريت هر صوبي جي پنهنجي ثقافت ۽ رهڻي ڪهڻي آهي.

## سنڌ

سنڌ، پاڪستان جو قدرتي وسيلن سان مالامال صوبو آهي. ڪراچي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ آهي. سنڌ جي وڏن شهرن ۾ حيدرآباد، سکر، لاڙڪاڻو، نواب شاهه، ميرپورخاص، ٺٽو، دادو، شڪارپور، جيڪب آباد، بدين، خيرپور ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. ڪراچي پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو ساموندي بَندرگاهُ آهي. سنڌ صوبي جي مکيه ٻولي سنڌي آهي. ان کان سواءِ هتي اردو، سرائڪي، بلوچي، براهوي، گجراتي ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. سنڌ، سنڌو نديءَ جي ڪري مشهور آهي، جيڪا پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي ندي آهي. دنيا جي قديم تهذيب ’موهن جو دڙو‘ پڻ سنڌ ۾ آهي.

سنڌ جي ثقافت، تهذيب، ٻولي ۽ مهمان نوازي مُلڪان ملڪ مشهور آهي. اجرڪ ۽ سنڌي ٽوپي سنڌ جي ثقافت جو خاص نشان آهي. سنڌي ٻوليءَ جو وڏي ۾ وڏو صوفي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ آهي.

## پنجاب

پنجاب، آباديءَ جي لحاظ کان پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو صوبو آهي. پنجاب جي گاديءَ جو هنڌ لاهور آهي. پنجاب جي وڏن شهرن ۾ راولپنڊي، فيصل آباد، مُلتان، بهاولپور، گجرات، سيالڪوٽ ۽ ٻيا شهر شامل آهن. پنجاب ۾ پنج نديون، چناب، راوي ، جهلم، ستلج ۽ بياس آهن، ان ڪري هن علائقي تي پنجاب نالو پيو آهي. هن صوبي جي مکيه ٻولي پنجابي آهي، جڏهن ته سرائڪي هن صوبي جي ٻيو نمبر وڏي ٻولي آهي. ان کان سواءِ پوٺوهاري ۽ ٻيون ٻوليون به ڳالهايون وڃن ٿيون. ’هڙاپا‘ پنجاب جو قديم تهذيبي آثار آهي. بُلي شاهه پنجاب جو مشهور صوفي شاعر آهي.

## بلوچستان

بلوچستان، پکيڙ جي لحاظ کان پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو صوبو آهي. ڪوئيٽا، بلوچستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي. هن صوبي جي وڏن شهرن ۾ لسٻيلو، خضدار، پشين، ديرو مُراد جمالي، سبي، زيارت ۽ ٻيا شامل آهن. بلوچستان جو وڏو حصو جابلو آهي. بلوچي هتي جي مکيه ٻولي آهي. جڏهن ته پشتو، براهوي ۽ سنڌي هن صوبي جون وڏيون ٻوليون آهن. بلوچستان معدني ذخيرن سان

مالامال آهي. هتان سوئي ڳوٺ مان ملندڙ قدرتي گئس کي سوئي گئس سڏيو وڃي ٿو. گوادر ۽ پسني هتان جا بندرگاهه آهن. ’مهرڳڙهه‘ هتي جو قديم تاريخي ماڳ آهي. مست توڪلي بلوچستان جو مشهور صوفي شاعر آهي.

## خيبرپختونخوا

خيبرپختونخوا، پاڪستان جو چوٿون صوبو آهي، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ پشاور آهي. پشتو هن صوبي جي مکيه ٻولي آهي، جڏهن ته هندڪو، دري، خوار ۽ ٻيون ٻوليون به هتي ڳالهايون وڃن ٿيون. هن صوبي جي اهم شهرن ۾ مردان، ڪوهاٽ ، بنون، چارسده، هري پور، ايبٽ آباد، سوات، مينگوره ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. خيبرپختونخوا جا ماڻهو مهمان نواز آهن. هي صوبو سياحت جي ڪري به مشهور آهي. هن صوبي جو مشهور صوفي شاعر رحمان بابا آهي. ’تخت بئي‘ هن صوبي جو قديم تاريخي ماڳ آهي.

## گلگت بلتستان

گلگت بلتستان، پاڪستان جو اُهو انتظامي علائقو آهي، جنهن کي صوبي جو درجو ڏنل نه آهي، پر اُن جي الڳ اسيمبلي ۽ ڌار وڏو وزير پڻ آهي. هيءُ علائقو سهڻن قدرتي منظرن جي ڪري مشهور آهي. هن علائقي جو مرڪزي شهر گلگت آهي. اَستور، دَيا مير، اسڪردو، چلاس ۽ ٻيا وڏا شهر آهن. بلتي، شينا ۽ بروشسڪي هتان

جون مکيہ ٻوليون آهن. هن علائقي جي پنهنجي ثقافت ۽ رهڻي ڪهڻي آهي. ’شاهراهه ريشم‘ هن علائقي مان چين ۾ داخل ٿيندڙ تاريخي رستو آهي، هُنزه هتي جي مشهور وادي آهي.

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو؟

(الف) موهن جو دڙو ڪهڙي صوبي ۾ آهي؟

(ب) آباديءَ جي لحاظ کان پاڪستان جو ڪهڙو صوبو وڏو آهي؟

(ج) پکيڙ جي لحاظ کان پاڪستان جو ڪهڙو صوبو وڏو آهي؟

(د) ’شاهراهه ريشم‘ ڪهڙي علائقي مان گذري ٿي؟

(هـ) خيبر پختونخوا جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

۲. پنهنجي ملڪ جي باري ۾ ڇهه جملا لکي ڏيکاريو:

۳. هيٺين لفظن جا ابتڙ لفظ لکو، جيئن: ننڍو ← وڏو

| پراڻو | | زمين | |
|---|---|---|---|
| عام | | ڏار | |

۴. هيٺين صوبن جي مکيہ ٻولين جا نالا لکو:

| سنڌ | | بلوچستان | |
|---|---|---|---|
| پنجاب | | خيبر پختونخوا | |

سکيا جي حاصلات

- بيت سُر ۾ لئہ سان پڙهڻ.
- وطن سان محبت ڪرڻ.
- هم آواز لفظ ڄاڻڻ.
- نوان لفظ ڄاڻڻ.

سبق ڇهون

# پيارا پاڪستان

اعليٰ تنهنجو شان، پيارا پاڪستان!
پيارا پاڪستان، اعليٰ تنهنجو شان.

تنهنجو جهنڊو، پيارو پيارو،
چمڪي جنهن ۾ چنڊ ۽ تارو،
تنهنجو خاص نشان، پيارا پاڪستان.

سڀ کان تنهنجو شان نرالو،
جڳ ۾ تنهنجو، روشن نالو،
ملڪين تنهنجو مان، پيارا پاڪستان.

علم پرايون، عزت پايون،
تنهنجو شان ۽ مان وڌايون،
صدقي توتان جان، پيارا پاڪستان.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت جو ڪهڙو بند اوهان کي پسند آهي؟

(ب) اهو بند اوهان کي ڇو ٿو وڻي؟

٢. هِيءُ بيت زباني ياد ڪريو.

٣. هيءُ بيت ڪورس ۾ سُر سان پڙهو.

٤. ”پيارو“ ۽ ”تارو“ هڪ جهڙن آوازن وارا لفظ آهن. توهين هيٺ ڏنل لفظن جهڙا بيا لفظ لکو:

نرالو ______ پايون ______ شان ______

۵. هيٺيان لفظ پڙهو ۽ سهڻن اکرن ۾ لکو:

اعليٰ - روشن - صدقي - عزت - جڳ - جان

٦. ڪُٽل اکرُ ملائي لفظ پورا ڪريو:

| | | | | م | |
|---|---|---|---|---|---|
| | | | | ل | |
| | | | | ڪ | |
| | | | | ي | |
| و | ج | ن | ھ | | ت |

٧. لفظ ٺاهيو، جيئن: پاڪستان مان پاڪستاني

ايران .................. جپان ................. چين ..................

٨. تصوير ۾ رنگ ڀريو.

ياد رکو تہ: وطن جي شان وڌائڻ لاءِ علم پرائڻ گھرجي.

استاد لاءِ هدايت: نظم زباني ياد ڪرائي ۽ گڏجي سُر سان چوَرائي

سکيا جي حاصلات
- ملڪ جي مشاهيرن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- محنت ۽ خدمت جي اهميت سمجهڻ.
- جملن ۾ لفظن جو استعمال سکڻ.
- واحد ۽ جمع ناهڻ.

سبق ستون

# سر حاجي عبدالله هارون

سنڌ صوبي ۾ ڪيترائي اهڙا نيڪ مرد ٿي گذريا آهن، جن قوم ۽ ملڪ جي ڀلي لاءِ ڪوششون ڪيون. حاجي عبدالله هارون به اهڙن نيڪ ماڻهن مان هڪ هو.

سر حاجي عبدا لله هارون، قائد اعظم محمد علي جناح جو ساٿي هو. هن پاڪستان جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. سر حاجي عبدالله هارون ١٨٧٢ع ۾ ڪراچيءَ جي هڪ غريب جي گهر ۾ پيدا ٿيو. هيءُ ڇئن سالن جو هو ته سندس پيءُ وفات ڪري ويو. اُن ڪان پوءِ سندس ماءُ کيس نپايو. ماءُ هن کي پڙهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر غربت جي ڪري کيس وڌيڪ پڙهائي نه سگهي.

سر حاجي عبدالله هارون جڏهن وڏو ٿيو، ته ڪجهه شيون خريد ڪري پاڙي ۾ وڪڻڻ لڳو. هو روزانو جيڪي ڪمائيندو هو، سو ماءُ جي هٿ ۾ اچي ڏيندو هو. اڳتي هلي هُن سمجهيو ته واپار ڏاڍو فائدي وارو آهي.

حاجي عبدالله هارون، ٿوري وقت لاءِ هڪ دڪاندار وٽ به ڪم ڪيو. سندس پگهار چار روپيا ماهوار هو. هن اُتي به ڏاڍي ايمانداريءَ سان ڪم ڪيو. ائين ئي هن کي واپار جي چڱي ڄاڻ ٿي وئي. اُن ڪان پوءِ پنهنجو ننڍڙو دڪان کولي واپار ڪرڻ لڳو. محنت، سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ جي ڪري، سندس واپار ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. کيس ايمانداريءَ جو اهو ڦل مليو، جو هو ٿوري ئي وقت ۾ ڪراچيءَ جي وڏن واپارين ۾ ليکجڻ لڳو.

سر حاجي عبدالله هارون کي پنهنجي غريبيءَ وارو وقت ياد هو، اُن

ڪري پاڻ غريبن، يتيمن ۽ ضرورتمندن جي دل کولي مدد ڪندو هو. هُن ڪراچيءَ ۾ ڪيترين ئي مسجدون، ديني ۽ تعليمي ادارا قائم ڪيا. جن مان ڪڏي وارو مدرسو مشهور آهي

سرحاجي عبدالله هارون ١٩٤٢ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. اڄ هو اسان وٽ نہ آهي، تڏهن بہ پنهنجي نيڪ ڪمن ۽ خدمتن جي ڪري سيني کي ياد آهي. جيڪڏهن اسين بہ محنت ۽ همت سان ڪم ڪنداسين، تہ زندگيءَ ۾ ڪامياب ٿينداسين.

## مشق

**١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) سر حاجي عبدالله هارون ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟
(ب) پيءُ جي وفات کان پوءِ ڪيس ڪنهن پاليو؟
(ج) حاجي عبدالله هارون ڪهڙيءَ تحريڪ ۾ حصو ورتو؟
(د) حاجي عبدالله هارون وڏيڪ چو نہ پڙهي سگهيو؟
(هہ) حاجي عبدالله هارون کي ماڻهو چو ياد ڪن ٿا؟

**٢. هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

نِنڍپڻ - ڀرپور - چاڙ - همت - لاڏاڻو

**٣. لفظ ٺاهيو: جيئن: تحريڪ ← تحريڪون**

مند .......................... راهہ ..........................

اوطاق .................... ڪوشش ...................

**٤. تصويرون ڏسو ۽ نالا پڙهو:**

قائد اعظم

علامہ اقبال

محترمہ فاطمہ جناح

شهيد بينظير ڀٽو

سکيا جي حاصلات

- مذهبي ڏڻن بابت ڄاڻ حاصل ٿيڻ.
- قربانيءَ حڪم الاهي جي اطاعت جو سبق سکڻ.
- بي ترتيب جملا درست ڪرڻ.
- ننيڙو مضمون لکڻ.

سبق اٺون

# قربانيءَ جي عيد

مسلمان هر سال ذوالحج مهيني جي ڏهين تاريخ تي قربانيءَ جي عيد ملهائيندا آهن. اُن کي عيدالاضحيٰ يا قربانيءَ جي عيد چيو ويندو آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام هڪ پيارو نبي ٿي گذريو آهي، جنهن کي 'خليل الله' يعني 'الله جو دوست' سڏجي ٿو.

هڪ ڏينهن حضرت ابراهيمؑ کي، الله سائينءَ خواب ۾ حڪم ڏنو ته پنهنجي سڀ کان پياري شيءِ الله جي راهه ۾ قربان ڪر.

حضرت اسماعيلؑ، حضرت ابراهيمؑ جو نهايت سُلڇڻو، سدورو ۽ سڀ کان پيارو پٽ هو. ان ڪري حضرت ابراهيمؑ کي قربانيءَ لاءِ پنهنجي پياري پٽ جو خيال آيو.

حضرت ابراهيمؑ پنهنجي پياري پُٽ حضرت اسماعيلؑ کي قربان ڪرڻ لاءِ مِنيٰ جي ميدان ۾ وٺي ويو. اهو ڏهين ذوالحج جو ڏينهن هو. الله سائينءَ کي پنهنجي نبيءَ جي اها ادا تمام گهڻي پسند آئِي. حضرت ابراهيمؑ جڏهن پُٽ کي قربان ڪرڻ لڳو ته خدا جي قدرت سان هڪ دُنبو ظاهر ٿيو ۽ حضرت ابراهيمؑ کي الله سائينءَ جو حڪم ٿيو ته اِن دُنبي کي قربان ڪر. اهڙيءَ

ريت حضرت ابراهيم؏ جي ان قربانيءَ جي ياد ۾ مسلمان اڄ تائين ڏهين ذوالحج تي قربانيءَ جي عيد ملهائيندا آهن ۽ جانورن جي قرباني ڪندا آهن.

قربانيءَ جي گوشت جا ٽي حصا ڪيا ويندا آهن. هڪ حصو پنهنجي لاءِ رکبو آهي. ٻيو حصو مائٽن، عزيزن ۽ دوستن لاءِ ۽ ٽيون حصو غريبن، مسڪينن ۽ پاڙي وارن کي ڏنو ويندو آهي.

پيارا ٻارو! اسان کي ٻه گهرجي تہ نيڪي ۽ ڀلائي لاءِ هر قسم جي قرباني ڏيڻ سکون. پنهنجي ڪمائيءَ مان غريبن، مسڪينن ۽ پاڙي وارن جي مدد ڪريون.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو؟

(الف) حضرت ابراهيم عليه السلام کي الله سائينءَ خواب ۾ ڪهڙو حڪم ڏنو؟

(ب) حضرت ابراهيم عليه السلام جي پياري پٽ جو نالو ڇا هو؟

(ج) الله سائينءَ جي حڪم سان ڪهڙو جانور قربانيءَ لاءِ ظاهر ٿيو؟

(د) قربانيءَ جي گوشت جا ڪيترا حصا ڪبا آهن؟

### ٢. هيٺيان جملا درست ڪري لکو:

* قربانيءَ گوشت جي ٽي حصا جا ويندا ڪيا آهن.
* دُنبي ڪر کي قربان.
* قرباني عيد جي ڏهين ذوالحج ٿيندي تي آهي.

### ٣. قربانيءَ واري عيد تي هڪ ننڍڙو مضمون لکو:

## سبق نائون

### سکيا جي حاصلات

- رستن تي هلڻ جا قاعدا سکڻ.
- حادثن کان بچاءَ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- نوان لفظ سکڻ ۽ خالي جايون ڀرڻ.

# رستي تي هلڻ جا قاعدا

قربان جو وڏو ڀاءُ شعبان گهر پهتو ته ڪجهه پريشان هو. پيءُ پڇيس ته، "ابا، خير ته آهي."

شعبان ڏکارو ٿي ٻڌايس ته "شهر جي چوواٽي تي هڪ موٽر سائيڪل سوار نوجوان سگنل ٽوڙي اڳتي وڌيو ته ان جو حادثو ٿي پيو. کيس ڳڻتيءَ جوڳي حالت ۾ اسپتال ڪٽائي ويا."

اها ڳالهه ٻڌي گهر جي ڀاتين کي ڏاڍو ڏُک ٿيو.

قربان پيءُ کان پڇيو، بابا اهي حادثا ڇو ٿا ٿين؟

**پيءُ:** پٽ! اهي حادثا اجائي تڪڙ، لاپرواهي ۽ ٽرئفڪ جي اصولن تي نه هلڻ جي ڪري ٿين ٿا.

**قربان:** بابا سائين، انهن حادثن کان ڪيئن بچي سگهجي ٿو؟

**پيءُ:** ٽرئفڪ جي اصولن تي عمل ڪرڻ سان حادثن کان بچي سگهجي ٿو.

**قربان:** ٽرئفڪ جا ڪهڙا اصول آهن؟

**پيءُ:** پُٽ، رستي تي لڳل ٽرئفڪ سگنل ته تو به ڏٺا هوندا؟

**قربان:** ها بابا سائين، جن ۾ ڳاڙهي، پيلي ۽ سائي بتي هوندي آهي.

پيءُ: هائو پُٽ، اهي بتيون، ٽرئفڪ کي ڪنٽرول ڪرڻ جا اشارا هوندا آهن.
قربان: بابا سائين، ڳاڙهي بتيءَ جو ڇا مطلب آهي؟
پيءُ: ڳاڙهي بتيءَ جو مطلب آهي تہ گاڏي بيهاري ڇڏڻ.
قربان: بابا سائين، پيلِي بتيءَ جو مطلب ڇا آهي؟
پيءُ: جيڪڏهن پيلِي بتي ڳاڙهيءَ بتيءَ کان پوءِ ٻرندي، تہ ان جو مطلب ٿيندو تہ هاڻي گاڏيءَ کي هلڻ لاءِ تيار رکو.

قربان: بابا سائين، سائِي بتيءَ جو مطلب ڇا آهي؟
پيءُ: سائِي بتيءَ جو مطلب آهي، تہ هاڻي گاڏي هلائي وڃي.
قربان: بابا سائين، جيڪڏهن پيلِي بتي، سائِي بتيءَ کان بعد ٻري تہ پوءِ؟
پيءُ: پوءِ ان جو مطلب ٿيندو، تہ هاڻي ڳاڙهي بتي ٻَرندي، ان ڪري گاڏي ڍري ڪريو.
قربان: بابا سائين، پنڌ هلڻ وارن لاءِ ڪهڙا اصول آهن؟
پيءُ: پنڌ هلڻ وارن کي فٽ پاٿ تي هلڻ گهرجي.
قربان: بابا سائين، پنڌ هلڻ وارن کي رستو ڪيئن پار ڪرڻ گهرجي؟
پيءُ: ان لاءِ رستي تي اڇا ۽ ڪارا پَٽا نهيل هوندا آهن، جن کي 'زيبرا ڪراسنگ' چئبو آهي. پنڌ هلڻ وارن کي اتان رستو پار ڪرڻ گهرجي.
ماءُ: ان کان سواءِ رستن جي پاسن کان لڳل بورڊن تي ٻيا مختلف اشارا بہ ڏنل هوندا آهن. انهن اشارن مان موڙ، چاڙهي، پُل ۽ ٻين ڳالهين جي خبر پوندي آهي.
قربان: توهان جي وڏي مهرباني. توهان ڏاڍيون ڪم جون ڳالهيون ٻُڌايون.

# مشق

**١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو؟**

(الف) شعبان ڪهڙي ڳالهه جي ڪري پريشان هو؟

(ب) سگنل ۾ ڪهڙي رنگ جون بتيون هونديون آهن؟

(ج) ڳاڙهي بتي جا جو اشارو آهي؟

( د ) سائِي بتي جا جو اشارو آهي؟

**٢. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| رفتار | پنڌ | ڍري | عمل | موڙ |
|---|---|---|---|---|

**٣. هيٺيان خال پريو:**

* ٽرئفڪ جي اصولن تي .................. ڪريو.

* پنڌ هلڻ واري کي .................. تان هلڻ گهرجي.

* رستي تي .............. ۽ .............. پٽا نهيل هوندا آهن، جن کي .................. چئبو آهي.

**ياد رکو ته:** پنڌ هلڻ واري کي رستي جي ساڄي پاسي هلڻ گهرجي.

**نوٽ: ٽرئفڪ جا اشارا (نشان).**

سبق ڏهون

# قائد اعظم

### سکيا جي حاصلات

- بيت سُر ۾ لئه سان ڳائڻ.
- قائداعظم جي پيغام بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ.
- هم آواز لفظ ڳولي لکڻ.

قائداعظم جا ڳُڻ ڳايو،
جنهن هي پاڪستان بنايو.

محنت محنت محنت محنت،
محنت ۾ ئي آهي عظمت.
قائداعظم هو فرمايو،
جنهن هي پاڪستان بنايو.

علم اوهان جي قسمت آهي،
وقت وڏي هڪ دولت آهي.
قائداعظم هو فرمايو،
جنهن هي پاڪستان بنايو.

سڀئي پاڪستاني آهيون،
گڏجي پاڪ وطن کي ٺاهيون،
قائداعظم هو فرمايو،
جنهن هي پاڪستان بنايو.

علي محمد ”مجروح“

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو؟

(ب) جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اهو ڇو ٿو وڻي؟

(ج) هن نظم ۾ قائداعظم اسان کي ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟

۲. هِي بيت زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس ۾ سُر سان پڙهايو.

۳. هيٺيان بند مڪمل ڪريو:

* محنت محنت ........................محنت،
  محنت ۾ ..................... آهي عظمت.
  قائداعظم .............................فرمايو،
  جنهن هي ............................... بڻايو.

* علم ...........................قسمت آهي،
  وقت ......................... دولت آهي.
  قائداعظم هو فرمايو،
  جنهن ................ پاڪستان بڻايو.

۴. هن نظم مان هم آواز لفظ ڳولي لکو.

سبق يارهون

سکيا جي حاصلات

- سماجي خدمت جو جذبو پيدا ڪرڻ.
- مسڪين جهان خان کوسي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- مناسب لفظن جو جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- حاصل ڪيل ڄاڻ کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪرڻ.
- ڏڪار بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

# مسڪين جهان خان کوسو

مسڪين جهان خان کوسو، سنڌ جي تاريخي ضلعي ٿرپارڪر جي ڳوٺ ’ساميءَ جي وِيرِي‘ ۾ ڄائو هو. هو ٿر جي ماڻهن جو هڏڏوکي هو. سندن ڏک سک ۾ مدد لاءِ هڪيو حاضر هوندو هو.

جهان خان کوسو غريبن جي همدرد هئڻ ڪري پاڻ کي سڏائيندو ئي ’مسڪين‘ هو. هو ٿر جي زميندار خاندان جو فرد هو. سندس پيءُ جو نالو بجارخان کوسو هو. مسڪين جهان خان جوانيءَ ۾ پوليس کاتي ۾ نوڪري ڪئي، پر پوءِ هن ٿر جي غريبن جي خدمت جي جذبي هيٺ نوڪري ڇڏي ڏني. هو اسپتالن ۾ بيمارن جي دوا درمل جو بندوبست ڪندو هو، بيگناهن کي ڏاڍاين کان ڇوٽڪارو ڏياريندو هو. ڏڪار وقت ڪاڏي پيتي ۽ ضرورت جي شين ڏيارڻ ۾ غريبن جي مدد ڪندو هو. هن پنهنجي ڳوٺ ’ساميءَ جي وِيرِيءَ‘ ۾ اسڪول کولايو ۽ اُن لاءِ پنهنجو گهر ڏنائين ۽ پاڻ وڃي مَنَهُن اڏي وينو.

ٿر جا ماڻهو جڏهن مسڪين جهان خان کي ڏسندا هئا ته ساڻس پنهنجا اهنج اوري، ڪيس داد فرياد لاءِ چوندا هئا. هو به بنا ڪنهن فرق جي سيني جا اهنج ڏور ڪرڻ لاءِ جتن ڪندو هو. غريبن جون درخواستون وس وارن تائين پهچائي سندن مسئلا حل ڪرائيندو هو.

مسڪين جهان خان سادگي پسند انسان هو. سادو ڪائيندو هو ۽ سادو پهريندو هو. غريبن سان همدرديءَ واري سندس سلوڪ ۽ سماجي خدمتن جي ڪري نه رڳو ٿر جا ماڻهو پر اڄ به سڄيءَ سنڌ جا ماڻهو ڪيس محبت ۽ عزت

سان ياد ڪن ٿا. اسان کي مسڪين جهان خان کوسي جي زندگيءَ مان سبق حاصل ڪري غريبن ۽ ضروتمندن جي مدد ڪرڻ گهرجي.

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) جهان خان کوسو پاڻ کي ’مسڪين‘ ڇو سڏائيندو هو؟

(ب) مسڪين جهان خان پوليس جي نوڪري ڇو ڇڏي؟

(ج) مسڪين جهان خان اسڪول قائم ڪرائڻ لاءِ ڇا ڪيو؟

(د) مسڪين جهان خان کوسي جي زندگيءَ مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

۲. هيٺ ڏنل خال ڀريو:

* مسڪين جهان خان _________ پسند انسان هو.
* مسڪين جهان خان سادو کائيندو ۽ سادو __________ هو.
* هو بنا ڪنهن فرق جي _______ جا _______ ڏور ڪرڻ لاءِ ______ ڪندو هو.

۳. مسڪين جهان خان کوسي جي خدمتن بابت ڪجهه جملا لکي ڏيکاريو.

۴. اوهان پنهنجي ڳوٺ جي، ڪنهن سماجي خدمتگار جي خدمتن بابت پنهنجي ساٿين کي ٻڌايو.

۵. ياد رکو ته:

- ٿر ۽ ڪوهستان ۾ جڏهن برسات نه پوي، فصل نه ٿين ۽ کاڌي پيتي جي شين جي سخت اڻاٺ ٿئي ته ان حالت کي ’ڏڪار‘ چئبو آهي.
- ڏڪار وقت غريبن جي مدد ڪرڻ هر انسان جو فرض آهي.

# سبق ٻارهون

## ڏِيارِي

**سکيا جي حاصلات**

- ڏڻن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- انساني ڀائپيءَ جي اهميت کان آگاهه ٿيڻ.
- نون لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- زمانن جو آسان تصور سمجهڻ.
- مذڪر ۽ مؤنث جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

انيتا: پرڪاشَ، سُڀاڻي ڏياريءَ جو وڏو ڏينهن آهي.

پرڪاش: انيتا، اسين ڏِيارِي ڇا جي ڪري مَلهائيندا آهيون؟

انيتا: پرڪاشَ! اڳئين زماني ۾، سِرِي رامچَندرَ پَنهنجي مخالف راوڻَ کي جنگ ۾ هارايو هو. هو سوڀ حاصل ڪري پَنهنجي گهرواريءَ سِيتا سان گڏجِي، پنهنجي مُلڪ ڏانهن موٽيو.

جنهن ڏِينهن پنهنجي شهر ۾ آيو، تنهن ڏِينهن سَڀني هِندُن پَنهنجا گهرَ سينگاريا ۽ ڏيئا ٻاريا هئا. اَسِين سَڀئِي، اهو ڏِڻ مَلهائڻ لاءِ، پَنهنجن گهرَن کي سِينگاريندا آهيُون ۽ خُوشيُون ڪندا آهيُون.

پرڪاش: انيتا، اَسان جي گهرَ کي بہ دادا ڄُڻَ جي پوچي ڏِيارِي آهي. ڇَيائِين تي تہ ڏِياريءَ جي سَنبَت پيا ڪريُون.

انيتا: روشنيءَ لاءِ ڇا ڪيو اَٿوَ؟

پرڪاش: نِڪرَ جا ڏيئا وَرتا اَٿئُون، ۽ ٻَتيُون بہ ٻاريندا سين. سنگيتا ۽ مُنهنجي لاءِ دادا نوان ڪَپڙا بِہ نهرايا آهن.

انيتا: بس، ٻيو بِہ ڪُجهہ وَرتو اَٿوَ!

**پرڪاش:** انيتا، دادا چڱنگائي تيليون ۽ ڏِڪٽيُون بہ گُھرايُون آهن. منا لڏون، لايون بہ ڪائينداسِين ۽ مِنائِي بہ وِرهائينداسين.

**انيتا:** مِنائِي ڪنهن ڪنهن کي ڏِيندا؟

**پرڪاش:** دادا چيو ٿي تہ "مِنائِي مِٽن مائٽن ۽ دوستن کي بہ ڏيندا‌سِين ۽ پاڙيوارن مُسلمانن کي بہ موڪليندا‌سين."

**انيتا:** مُسلمان اُوهَان کي چا موڪلين؟

**پرڪاش:** هاڻي جيڪا مسلمانن جي عِيد گُذرِي، تنهن تي پاڙيوارن مُسلمان ڀائرن اَسان کي سَيُون ۽ ميوو موڪليو هو.

**انيتا:** تڏهن چئبو تہ پاڙيوارن سان اوهان جو چڱو ناتو آهي؟

**پرڪاش:** هائو، دادا چَوَندو آهي تہ "سيئي انسان هندُو توڙي مُسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهن." اسين تہ راند رُوند بہ پاڙيوارن مُسلمان ڇوڪرن سَان ڪيڏون. وَڏن ڏِينهن تي ساڻن گڏجِي گهُمُون.

**انيتا:** شاباس! پاڻ ۾ هَميشہ ڪِير ڪندڙ ٿِي رهڻ کپي.

## مشق

**١. هينين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) ڏياري جو ملهائي ويندي آهي؟

(ب) ڏياريءَ جي ڏينهن چا ڪبو آهي؟

(ج) پرڪاش کي سندس دادا ڪهڙي چڱي ڳالهہ ٻڌائي؟

**٢. هينيان نوان لفظ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ڏياري - سوپ - سنبت - ڪيرڪندڙ - پوچي

**٣. هينين جملن ۾ مناسب لفظ چونڊي لکو:** هوندو - آهي - هو

* اڄ منهنجو امتحان ________ * ڪالهہ سومر جو ڏينهن ______

* سياڻي اسڪول ڪليل _______

**ياد رکو تہ:** ڏياري هر سال هِندي مهيني 'اسوءَ' جي آخري ڏينهن ۾ ملهائي ويندي آهي.

- تصويرون ڏسي آکاڻي ٻاهڻ.
- سُستي ۽ چُستيءَ جو فرق سمجهڻ.
- حرف جر جو سادو تصور سکڻ.
- دلچسپ نموني نوان لفظ سکڻ.

## سبق تيرهون

# سَهي ۽ ڪچونءَ جي ڳالهه

(تصويري ڪهاڻي)

اُستاد لاءِ هدايت: اُستاد ٻارن کي تصويري آکاڻي ٻاهڻ ۾ مدد ڪري.

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) تصويرن ۾ ڏنل جانورن جا نالا ٻُڌايو؟

(ب) تصويرن ۾ جانورن کان سواءِ ٻيون ڪهڙيون شيون ڏيکاريل آهن؟

(ج) تصويرون ڏسي آکاڻي ٻُڌايو؟

(د) هن تصويري آکاڻي مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

۲. تصويرن جي مدد سان ٻي ڪا آکاڻي ٺاهي ڏيکاريو.

۳. (جو - ۾ - تي) کي جملن ۾ استعمال ڪريو: جيئن: ميز تي ڪتاب آهي.

* اسڪول ____ ٻار پڙهن پيا.
* ڪٽ ____ ويهه.
* اسلم ____ پاءُ آيو.

۴. اکر وجهي لفظ ٺاهيو:

## سبق چوڏهون

### سکيا جي حاصلات
* نظم سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
* نظم پڙهي لطف اندوز ٿيڻ.
* نظم ۾ شامل نصيحتن بابت لکڻ.
* هم آواز لفظن سان خال ڀرڻ.

# اڇو اوهان جي دِل وندرايان (نظم)

اڇو اوهان جي دل وندرايان،
ٻاراڻا کي ٻول ٻُڌايان.

ڇا جو راجا، ڇاجي راڻي،
ربّ سڀڳورو سڀ جو ساڻي.

سَنگ سُنهرا، سائو گاهہُ،
لِکڻ پَڙهڻ سان رَکجي چاهہُ.

کِلڪَ نئين، پَر پَنِي پُراڻي،
اَجوکِي پُوري تِي گَڏجاڻِي.

ادل سومرو

## مشق

۱. هينئين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم مان اوهان کي ڪهڙو بند پسند آهي؟

(ب) اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟

(ج) هن نظم ۾ شاعر ڪهڙين ڪهڙين شين جو ذکر ڪيو آهي؟

۲. هي نظم سُر ۽ لئہ سان پڙهي ٻڌايو.

۳. نظم ۾ شاعر ٻارن کي جيڪي نصيحتون ڪيون آهن سي لکي ڏيکاريو.

۴. هيٺ ڏنل نون لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ لکو:

ٻولَ - سڀڳورو - گَڏجاڻي - کِلڪ - چاهہُ.

۵. هينئين لفظن جا هم آواز لفظ ٻڌايو ۽ لکو:

+ وندرايان ................ + راڻي ................ + گاهہ ................ + پُراڻي ................

# گهَڻگهُرو دوست

**سکيا جي حاصلات**

- پورهئي جي اهميت ڄاڻڻ.
- سماجي شعور حاصل ٿيڻ.
- جمع واحد سکڻ.
- هر معنيٰ لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- ڳالهائڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ.

احمد کي اُداس ڏسي، سندس مرحيات پيءُ جي دوست چاچي قاسم پُڇيو تہ، ”ابا احمد! خير تہ آهي، اڄ تون مون کي مُنجهيل پيو لڳين؟“

احمد کيس دل جو سربستو احوال ڏيندي چيو تہ ”چاچا، بابا سائينءَ کان پوءِ اسان جي گهر جو گذر سفر ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي. سمجهہ ۾ ئي نہ ٿو اچي تہ ڇا ڪريان!“

چاچو قاسم سياڻو ۽ زماني جو ماڻهو هو. هن کي اهو بہ معلوم هو تہ احمد جي پيءُ وٽ زمين جو ٽڪرو هو، جيڪو سندس گذاري وڃڻ کان پوءِ غيرآباد پيو هو. تنهن ڪري هن، اهو خيال ڏيندي ئي احمد کي رازداريءَ واري انداز ۾ چيو تہ ”مون کي هڪ ڀيري تنهنجي پيءُ ٻُڌايو هو تہ هن پنهنجي زمين ۾ سون جي ديڳ پوري رکي هئي. پر هن اها ڄاءِ ڪونہ ٻُڌائي ۽ نہ وري مون ئي ان کان پُڇڻ مناسب سمجهيو. هاڻ تون پنهنجي اها ملڪيت پاڻ ڳولي هٿ ڪر ۽ پنهنجي گهر ڀاتين کي بہ سُکيو ڪر. ان سلسلي ۾ آءٌ توسان هر قسم جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان!“

ٻيو ڏينهن ٿيندي ئي احمد غيرآباد ٻنيءَ ۾ جهنگ جي واڍِي شروع ڪئي. گند گاهه صاف ڪرڻ ۽ لاهه ڪيڻ کان پوءِ هن زمين ۾ هَر ڏنا، پر پُوريل سون جي ديڳ جو ڪو پتو نہ پيو. هن چاچي قاسم جي صلاح سان زمين ۾ ٻيهر ٻہ هر ڏنا. تڏهن بہ ڪيس ڪجهہ هٿ نہ آيو.

اهو ڏسي چاچي قاسم چيو، ”پُٽ رک الله تي، ربُ توکي تنهنجيءَ محنت جو اجُر ضرور ڏيندو“. هن زمين کي پاڻي ڏياري، ٻج ۽ ياڻ ڏيڻ ۾ سندس مدد ڪئي. ٿورن ڏينهن اندر ويران زمين ۾ ساوا سَلا اُڀري آيا. جڏهن فصل پچي راس ٿيو، تڏهن احمد ڪپڙن ۾ نہ ٿي ماپيو. ڪيس پنهنجي محنت سجائي ٿيڻ جي خوشي ٿيڻ لڳي.

چاچي قاسم، احمد کي خوش ڏسي چيو،”پٽ! اها ئي سون جي ديڳ آهي، جيڪا تنهنجي وڏڙن جي زمين ۾ پوريل هئي. اصل ۾ پورهئي کان وڌي ڪا بہ دولت نہ آهي“.

اهڙيءَ نيڪ صلاح ڏيڻ تي احمد، چاچي قاسم جا دل سان ٿورا مڃيا، جنهن ڏاڍي ڏاهپ سان احمد کان محنت وارو ڪم ورتو. اهڙيءَ ريت احمد جي گهر جون رُسي ويل رونقون ۽ خوشيون موٽي آيون.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

(الف) احمد ڇو اداس ۽ پريشان هو؟

(ب) چاچي قاسم، احمد کي ڪهڙي راز واري ڳالهہ ٻڌائي؟

(ج) احمد پوريل سون واري ديڳ هٿ ڪرڻ لاءِ ڇا ڪيو؟

(د) فصل پچي راس ٿيڻ تي چاچي قاسم، احمد کي ڇا سمجهايو؟

## ٢. هيٺين واحد لفظن جا جمع لکو:

| جمع | واحد | جمع | واحد |
| --- | --- | --- | --- |
| | ڪتابُ | | ديڳ |
| | ڪَٿَ | | سياڻو |

## ٣. ٻارو، تير ڏيئي ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ ملايو:

| | |
| --- | --- |
| سياڻو | وات |
| محنت | آسمان |
| ڌرتي | واهڻ |
| اُڀ | پورهيو |
| ڳوٺ | زمين |
| رستو | ڏاهو |

## ٤. ٻارو! هن سبق کي پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪريو.

ياد رکو ته:

* محنت جو ڦَل مٺو ٿيندو آهي.
* پورهئي ۾ عظمت آهي.

سبق سورهون

# سِجُ، چنڊ ۽ تارا

سکيا جي حاصلات
- نظام شمسي جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جا ضد سکڻ ۽ استعمال ڪرڻ.
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.

اُستاد: ٻارو، توهان شام جو سج لهڻ جو نظارو ته ڏٺو هوندو. سج لهڻ سان اونده ٿي ويندي آهي. تارا آسمان ۾ ٽِمڪندي نظر ايندا آهن. چوڏهينءَ جي رات ته پورو گول چنڊ پيو چمڪندو آهي.

سرور: ها سائين، چانڊوڪي ته ڏاڍي وڻندڙ هوندي آهي. پر سائين، چنڊ به سدائين هڪجهڙو نه هوندو آهي، ڪڏهن وڏو ته ڪڏهن ننڍو به ٿيندو آهي، سو ڇو؟

استاد: ها، حقيقت ۾ چنڊ کي روشني سج کان ملي ٿي، تنهنڪري ائين ڏسڻ ۾ ايندو آهي. چنڊ اسان جي زمين جي چؤطرف ڦري ٿو. وقت سان پنهنجي جڳهه بدلائيندو رهي ٿو. جنهن ڪري، ان تي سج جي روشني ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ پوندي آهي، ان ڪري چنڊ ننڍو ۽ وڏو نظر ايندو آهي. چنڊ جو مٿاڇرو به هڪجهڙو نه آهي. چنڊ کي غور ڪري ڏسندا ته ان ۾ اوهان کي داغ ڏسڻ ۾ ايندا. حقيقت ۾ اهي داغ نه آهن، پر اِهي ميدان، جَبَل، غارون ۽ ڪاهيون آهن، جيڪي پري کان داغن وانگر ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هاڻي ته انسان چنڊ تي پهچي چڪو آهي.

قاسم: سائين، انسان چنڊ تي ڪيئن پهتو؟

استاد: انسان تمام تيز رفتار راڪيٽ ايجاد ڪيا. انهن ۾ خلائي لباس پهري، ڪاڌي پيتي جو سامان کڻي وجي چنڊ تي لٿا. اُتان مٽي ۽ پٿر به کڻي آيا. اُهي پٿر اهڙا آهن، جهڙا هتي زمين جا پٿر ٿيندا آهن.

گلاب: سائين، تارا تمام ننڍڙا ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ پري ڪان ٽِم ٽِم پيا ڪندا آهن.

استاد: ها، تارا اسان کي ان ڪري ننڍڙا ڏسڻ ۾ ايندا آهن، جو اهي تمام گهڻو پري آهن. انهن مان ڪيترا ته سج کان به وڏا آهن. سج به هڪ تارو آهي، پر اهو اسان کي ويجهو آهي. ان ڪري اسان کي وڏو ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

سرور: سائين تارا ته جهڙا بيٺل هجن، ڇا اهي به هلندا رهندا آهن؟

استاد: تارا به سج ۽ چنڊ وانگر هلندا رهن ٿا ۽ پنهنجي جاءِ بدلائيندا رهن ٿا. سج، چنڊ ۽ تارا اُڀرندي کان الهندي طرف چرپر ڪندي نظر ايندا آهن. انسانن تارن تي نالا به رکيا آهن. دنيا ۾ تارن کي ڌار ڌارنالن سان سڏيو وڃي ٿو. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪَتِي، ٽيڙو، پَٽون، ڪٽ وغيره تارن جا مختلف ميڙ آهن، جن کي نَکٽ چئبو آهي.

ٻهراڙيءَ جا ماڻهو تارن کي ڏسي وقت ۽ طرف سُڃاڻندا آهن. اهڙيءَ ريت رات جو سفر ڪرڻ ۾ ڪين سولائي ٿِئي ٿي. ڪيترائي هاري پوک به تارن جي حساب سان ڪندا آهن.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اسان کي تارا ننڍڙا ڇو ڏسڻ ۾ ايندا آهن؟
(ب) چنڊ اسان کي ڪڏهن ننڍو ۽ ڪڏهن وڏو ڇو ڏسڻ ۾ ايندو آهي؟
(ج) چنڊ کي روشني ڪٿان ملي ٿي؟
(د) خلاباز چنڊ تان پاڻ سان ڇا کڻي آيا؟

## ٢. صحيح (✓) ۽ غلط (✗) جو نشان هڻو:

* چنڊ جي مٿاڇري تي داغ ڪو نه نظر ايندا آهن. ☐
* چوڏهين جو چنڊ رات جو سڄو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ☐
* خلاباز جهاز ذريعي چنڊ تي پهتا. ☐
* چنڊ تي انسان پهچي چڪو آهي. ☐

## ٣. هيٺين جا ابتڙ لفظ لکو، جيئن: آسمان- زمين

| لفظ | ابتڙ | لفظ | ابتڙ |
|---|---|---|---|
| اُيرندو | | سولائي | |
| مٿي | | روشني | |
| وڏو | | مٿانهون | |

## ٤. هيٺيان لفظ جملن ۾ استعمال ڪريو:

| آسمان | داغ | طرف | نظارو | راڪيٽ |
|---|---|---|---|---|

**ياد رکو ته:** نَڪتُ تارن جي ميڙ کي چئبو آهي.

سبق سترهون

**سکيا جي حاصلات**

- سماجي چڱاين جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- هڪٻئي لاءِ همدردي پيدا ٿيڻ.
- نوان لفظ سکڻ ۽ استعمال ڪرڻ.
- واحد جمع سکڻ.

# سُٺيون ڇوڪريون

شبنم ۽ نوري پاڻ ۾ ساهيڙيون آهن. هڪڙي ئي پاڙي ۾ رهنديون آهن. اسڪول ۽ ڪلاس بہ ساڳيو اٿن. ٻيئي ڄڻيون پڙهڻ ۾ هوشيار ۽ محنتي آهن. اسڪول مان گهر جو ڪم ملندو اٿن، تہ اهو بہ گڏجي ڪري وٺنديون آهن.

نوريءَ جي ماءُ ٻنهي کي سبڻ پرڻ بہ سيکاريو آهي. شبنم ۽ نوري ڪڏهن بہ وانديون ڪِين ويهن. ڪونہ ڪو ڪم پيون ڪنديون آهن. جيئن سِبڻ ۽ پَرڻ، ٻُوٽن کي پاڻي ڏيڻ، ٿانوَ مَلڻ، گهر جي ڇنڊ ڦوڪ ڪرڻ. صفائيءَ سان تہ ڏاڍي دل اٿن. ڪپڙا اڇا اُجرا هوندا اٿن. گهر کي صاف سٿرو رکنديون آهن. ٻين ڇوڪرين سان گڏجي ڪلاس بہ صاف رکنديون آهن.

شبنم ۽ نوري راند مهل راند روند ڪنديون آهن. ڪڏهن گُڏين راند تہ ڪڏهن ٿاپونءَ راند، ڪڏهن بال جهٽڻ تہ ڪڏهن نوڙيءَ ٽپڻ واري راند.

شبنم ۽ نوريءَ جي ڪلاس ۾ شميم بہ پڙهي ٿي. اُها ڪجهہ ڏينهن کان اسڪول نہ پئي آئي. ڪين خبر پئي تہ هوءَ بيمار آهي ۽ اسپتال داخل آهي. شبنم پنهنجي ماءُ سان اها ڳالهہ ڪئي ۽

چيو تہ ”امان، آءٌ ۽ نوري، شميم جي طبيعت پڇڻ لاءِ اسپتال وڃڻ ٿيون گھرون“. ماڻس چيو تہ ”ڏيءَ، ڪنهن بيمار جي طبيعت پڇڻ سُني ڳالھ آهي“.

شبنم جي ماءُ ٻنهي کي اسپتال وٺي وئي. واٽ تي هن شميم لاءِ ڪجھ ميوو ورتو. شميم، نوريءَ ۽ شبنم کي ڏسي، ڏاڍي خوش ٿي.

ٿورن ڏينهن ۾ شميم چڱي ڀلي ٿي اسڪول آئي. سڀني ڇوڪرين کيس چڱيلائيءَ جون مبارڪون ڏنيون.

شبنم ڏٺو تہ شميم ڪجھ اداس آهي. پڇڻ تي هن شبنم کي چيو تہ ”ادي شبنم، بيماريءَ جي ڪري منهنجي پڙهائيءَ جو نقصان ٿيو آهي، امتحان بہ ويجھو آهي“. ان تي نوريءَ چيو ”ڀيڻ، ان ۾ پريشان ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالھ آهي. پاڻ گڏجي پڙهنديون سين“.پوءِ شبنم، نوري ۽ شميم گڏجي امتحان جي تياري ڪئي. امتحان ۾، پنهنجي ساهيڙين سان گڏ، شميم بہ سٺيون مارڪون کڻي پاس ٿي.

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) شبنم ۽ نوري پاڻ ۾ ڇا آهن؟

(ب) شبنم ۽ نوري گھر ۾ ڪهڙا ڪم ڪنديون آهن؟

(ج) شبنم ۽ نوريءَ شميم جي ڪيئن مدد ڪئي؟

(د) توهان جي اسڪول ۾ ڪهڙيون رانديون ٿينديون آهن؟

(هہ) توهين گھر ۾ ڪهڙيون رانديون کيڏنديون آهيو؟

۲. صورتخطيءَ لاءِ لفظ:

| ساهيڙيون | محنتي | جَهٽڻ | طبيعت | امتحان | ٽاپون |
|---|---|---|---|---|---|

۳. لفظ ٺاهيو، جيئن: ساهيڙي - ساهيڙيون

ڇوڪري ............ واندي ............. رات ............. راند.............

ياد رکو تہ: * راند روند صحت لاءِ ضروري آهي.

* ڏکئي وقت ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ گھرجي.

سبق ارڙهون

## ڏسو ڏسو اي ٻارو گُلُ! (بيت)

### سکيا جي حاصلات

- مختلف گُلن جا نالا سکڻ.
- جماليات جو ذوق پيدا ٿيڻ.
- هڪ جهڙن آوازن وارا لفظ ڳولي لکڻ.
- فطرت جي منظرن مان لطف اندوز ٿيڻ.
- بيت سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
- واحد ۽ جمع جو استعمال سکڻ.

ڏِسو ڏسو اي ٻارو گُلُ!
سُهڻو گُلُ هي پيارو گُلُ!

ٻُوٽن تي ٿي جوت جَلي،
ڌرتيءَ جو آ تارو گُلُ!

اُن جي آڏو مکڙيون مُرڪن،
رنگن روپن وارو گُلُ!

موتيو، مُگرو، سُورج مُکي،
لال گُلابي، نِيارو گُلُ.

پؤنر ٻہ جنهن تي، ڦيرا ڏي،
پوپٽ کي آ پيارو گُلُ!

غمگينن جا غمَ تو لاهي،
ميٺي تو مونجهارو گُلُ!

تارِين ۾ ٽانڊاٽا ٽِمڪن،
سُونهن سَراسر سارو گُلُ!

”مون وانگي تيو جڳَ ۾ سُرها“
ٻولَ تو ٻولي ٻارو گُلُ!

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هي نظم ڇا جي باري ۾ آهي؟

(ب) هن نظم ۾ ڪهڙن گلن جا نالا آهن؟

(ج) توهان کي ٻين ڪهڙن گلن جا نالا اچن ٿا؟

(د) توهان کي سڀ کان وڌيڪ ڪهڙو گل وڻندو آهي؟

۲. هِيءُ بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان ٻُڌايو.

۳. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

| جوت | سونهارو | ٽانڊاٽا | سُرها | مڪڙيون | مونجهارو |
|---|---|---|---|---|---|

۴. لفظ ڻاهيو، جيئن: ٽانڊاٽو - ٽانڊاٽا

داٽو ............................ ڳوناٽو ........................ مهاٽو ..........................

۵. ”ٻارو“ ۽ ”تارو“ هڪجهڙن آوازن وارا لفظ آهن. توهين هن بيت مان اهڙا ٻيا لفظ ڳولي لکو.

۶. هن بيت ۾ ”ٻؤنر“ ۽ ”پوپٽ“ جيتن جا نالا آهن. توهين ٻين جيتن جا نالا ٻُڌايو.

۷. سُجاٽو ۽ رنگ ڀريو:

سکيا جي حاصلات

- سير ۽ تفريح جي ماڳن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- اچ وچ جي وسيلن کان آگاهه ٿيڻ.
- خط لکڻ.
- نون لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ.
- سفر جو مختصر احوال لکڻ.

## سبق اوڻيهون

# خَطُ

ڪوهه مري
پهرين جولاءِ ۲۰۱۴ع

پيارا بابا سائين! السلام عليڪم

اوهان جي دعائن سان ڪالهه آءٌ اسڪول جي ساٿين سان گڏ ڪوهه مريءَ پهتس. ڪراچيءَ کان لاهور تائين ريل گاڏيءَ اٽڪل سورهن ڪلاڪ ورتا. اتان بس ۾ چڙهي پنجن ڇهن ڪلاڪن ۾ اسلام آباد آياسين، جيڪو پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي. وچ ۾ ڪيترا ئي درياهه، جبل، شهر، ڳوٺ، وستيون ۽ واهڻ آيا. اسلام آباد جي سونهن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي، رستن جي ٻنهي پاسي ساوا گاهه ۽ ڇٻر، سهڻا سهڻا پارڪ، گهمڻ لاءِ ڪوڙ جايون جهڙوڪ: شَڪر پڙيان، فيصل مسجد، مارگلا جا ساوا جبل، لوڪ ورثي

وارو جو ميوزيم، راول ڊيم، ڇا ڏسي، ڇا ڏسجي. پاڪستان جي صدر، وزير اعظم جا شاندار محل، سپريم ڪورٽ جي سهڻي عمارت، قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ جون عمارتون.

اسان جي اسڪول جا سڀ ٻار اسلام آباد پهريون ڀيرو آيا هئا، پر سچ پڇو ته اسلام آباد ڏسي ڏاڍا خوش ٿياسين. اسان جي استاد وڪ وڪ تي جاين ۽ ماڳن جي باري ۾ ڄاڻ ڏئي، اسان جي سفر کي وڌيڪ دلچسپ ۽ لاڀائتو بڻايو.

ڪوهه مري ته جنت جو ٽڪرو آهي. اسلام آباد مان نڪرڻ کان پوءِ بس ڄڻ ته هوريان هوريان آسمان طرف وڌندي ٿي رهي. جبلن جي اوچائيءَ تي پهچي، ماڻهو خدا جي قدرت ۽ ان جي سونهن کي ڏسي دنگ رهجي ٿو وڃي. ور وڪڙ رستا، وڏا وڏا وڻ، جهنگ ۽ جهڙا باغ. ڪوهه مريءَ ۾ مال روڊ، پنڊي پوائنٽ، ڪشمير پوائنٽ ور وڪڙ ۽ چڙهائيءَ واريون بازارون ڏسڻ وٽان هيون. هر پاسي گل، ميوا، پکي ۽ جانور ته واهه جا هئا.

ايوبيا ويندي رستي ۾ 'بندر گليءَ' ۾ وڏي تعداد ۾ ڀولڙا ڏسي ڏاڍا خوش ٿياسين. پهريون ڀيرو ڀولڙن ۽ انسانن کي پاڻ ۾ دوستن وانگر ڏٺوسين. اسان ڀولڙن کي ڪيلا وني کارايا. ايوبيا ۾ چيئر لفٽ تي چڙهي مٿي پهتاسين ته ڪڪر اسان جي جسمن کي ڇُهڻ لڳا. چؤطرف ڇا ته نظارا هئا! ڄڻ سپ خواب پئي لڳو.

اسان گرمين ۾ آيا آهيون. چون ٿا سياري ۾ هتي جي پهاڙن تي برف به

پوندي آهي. رستي ۾ ڪشمير پوائنٽ وٽان ڪشمير جا اچا اچا جبل به ڏٺاسين، جن تي برف پيل هئي. انهن پهاڙن تي سدائين برف پيل هوندي آهي، جن کي ”گليشيئر“ يا برفاني چپون چئبو آهي. گرمين ۾ اهي گليشيئر ڳرن ٿا، تڏهن درياهن ۾ پاڻي اچي ٿو.

اسلام آباد ۽ ڪوهه مري ڏسي، مون کي اوهان جي ٻڌايل اها ڳوٺي دل سان لڳي، ته ”گهٽي ڪاڏي ڪان گهڻو ڏِٺو چڱو.“ سچ پچ ته هيءُ سفر مون ڪان ڪڏهن نه وسرندو. هتي اچي گهڻو پرايو اٿم.

امان ۽ گهرياتين کي سلام.

دعائن جو طلبگار
اوهان جو فرزند
همير

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اسلام آباد ۾ ساوا جبل ڪهڙا آهن؟
(ب) ڪوهه مريءَ کي جنت جو ٽڪرو چو ٿا چون؟
(ج) بندر گليءَ ۾ پولڙا ۽ انسان پاڻ ۾ ڪيئن نظر آيا؟
(د) جيڪا برف پهاڙن تي سدائين جميل رهي، ان کي ڇا چئبو آهي؟

٢. هيٺ ڏنل خال پريو:

* اسلام آباد ۾ گهمڻ جون جايون..........................................................آهن.
* ڪوهه مريءَ ۾ .............................................................................ڏسڻ وٽان آهن.
* ايوبيا ۾ ڪڪر جسم کي.............................................ٿا.
* گهٽي ڪاڏي ڪان گهڻو............چڱو.
* هتي اچي گهڻو ............ اٿم.

٣. هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ريل گاڏي | پارڪ | درياهه | خواب | جبل | برف |
|---|---|---|---|---|---|

٤. جيڪڏهن توهان ڪو سفر ڪيو هجي ته ان جو احوال خط ۾ لکي دوست کي ٻڌايو.

سبق ويهون

# اسان جي ڌرتي

**سکيا جي حاصلات**

- ڌرتيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- قدرتي ماحول کان آگاهه ٿيڻ.
- نون لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- بيهڪ جي نشانين جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

ٻارو! اسين سڀ ڌرتيءَ تي رهون ٿا. اسان جا گهر، اسان جو اسڪول ۽ ٻيون عمارتون به ڌرتيءَ تي ٺهيل آهن. ٻنيون، باغ به انهيءَ ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي آهن. ٻنين ۾ مختلف اناج، داليون ۽ ڀاڄيون ٿين ٿيون، باغن ۾ قسمين قسمين گل ۽ ميوا ٿين ٿا.

ڌرتيءَ جو مٿاڇرو هر هنڌ هڪجهڙو نه آهي. ان تي ڪٿي ميدان آهن، ته ڪٿي ماڙريون، ڪٿي درياهَ آهن ته ڪٿي ٻيلا. ڪٿي رڻ پٽ آهن ته ڪٿي وري جبل.

جبلن ۾ ڇپون هونديون آهن. ڪجهه ڇپون سخت پٿرن جون هونديون آهن. ڪي ٿهدار هونديون آهن. ڪن ڇپن ۾ مٽي ۽ پٿر ٻئي هوندا آهن. پٿرن جون شڪليون ۽ رنگ به مختلف ٿيندا آهن.

رڻ پٽ ۾ رڳو واري ئي واري هوندي آهي. اُتي پاڻي نه هوندو آهي. ان ڪري اُتي ٻوٽا به اهڙا ٿيندا آهن، جن

ڪي پاڻيءَ جي گھٽي گھرج نہ ٿيندي آهي.

ذرتيءَ جو گھڻو حصو، مٽيءَ جي تهہ سان ڍڪيل هوندو آهي. ان مٽيءَ ۾ جبلن جي واري ۽ چيڪي مِٽي مليل هوندي آهي. وڻن ۽ ٻوٽن جا ڪک پن ۽ ٻيون سڙيل ڳريل شيون بہ ان ۾ مليل هونديون آهن، ان ڪري ئي اها مِٽي ڏاڍي زرخيز هوندي آهي. ان تي فصل بہ ڏاڍا پلا ٿيندا آهن.

اللّٰه سائينءَ هن ذرتيءَ ۾ اسان لاءِ ڪيتريون ئي شيون پيدا ڪيون آهن.
ڪوئلو، گئس، پئٽرول، سنگ مرمر،
لوهہ، سون، چاندي ۽ ٻيون معدني

شيون بہ ذرتيءَ مان ملن ٿيون. انهن شين
ڪي ڪارخانن ۾ صاف ڪري ڪتب آڻجي ٿو. قدرت جي
هن سموري مانداڻ ۾ وڏ ۾ وڏ زندگي ذرتيءَ تي آهي. ٻيلا، درياهہ، سمنڊ ۽ جبل اُن جي سونهن آهن. اسان کي گھرجي تہ انهن وسيلن مان پورو پورو فائدو وٺون. ان سان گڏوگڏ انهن وسيلن کي زيان ٿيڻ کان بچايون. اسين پنهنجي سهڻيءَ ذرتيءَ کي گدلاڻ کان بچائي، ان جي سونهن کي قائم رکي سگھون ٿا.

# مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) گل ۽ ميوا ڪٿي ٿيندا آهن؟
(ب) اناج، داليون ۽ ڀاڄيون ڪٿي ٿينديون آهن؟
(ج) ڌرتيءَ جو گهڻو حصو ڇا سان ڍڪيل هوندو آهي؟
(د) مٽيءَ ۾ ڪهڙيون شيون مليل هونديون آهن؟
(هه) الله سائينءَ اسان لاءِ ڌرتيءَ ۾ ڪهڙيون شيون پيدا ڪيون آهن؟

### ٢. هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو؟

| مختلف | متاڃرو | رڻ پٽ | زرخيز | ڪتب | گدلاڻ |
|---|---|---|---|---|---|

### ٣. هيٺيان خال ڀريو:

(الف) رڻ پٽ ۾ رڳو .............. هوندي آهي.
(ب) جبلن ۾ .................. هونديون آهن.
(ج) ڌرتيءَ جو گهڻو حصو مٽيءَ جي .............. سان ڍڪيل هوندو آهي.

### ٤. بيهڪ جون نشانيون:

* (.) هيءَ دم جي نشاني آهي، جتي ته اچي اُتي جملو پورو ٿيندو.
* (؛) هيءَ اڌ دم جي نشاني آهي.
* (؟) هيءَ سوال جي نشاني آهي.
* (،) هن نشانيءَ کي ٿورو دم چئبو آهي.

### ٥. ياد رکو ته:

★ ٻارو، وڻ ۾ وڻ پوکي ڌرتيءَ جي سونهن وڌايو.
★ ڌرتيءَ کي گدلاڻ کان بچايو.
★ وڻ هوا کي صاف رکن ٿا.
★ وڻ ڌرتيءَ جي سونهن آهن.
★ جانورن ۽ پکين جي حفاظت ڪرڻ گهرجي.

سبق ايڪيهون

# اچو تہ ٻارو ڳايون راڳ!

**سکيا جي حاصلات**

- نظم سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
- هم آواز لفظ چوندي لکڻ.
- وطن سان محبت جو جذبو پيدا ڪرڻ.
- پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت سان پيار ڪرڻ.
- ٻيڻ لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

اچو تہ ٻارو ڳايون راڳ،
راڳ ڪري جو ديس سڄاڳ،
هر ڪو ديسي ٿئي هوشيار.

راڄ اسان جو، ڀاڳ اسان جو،
ملڪ اسان جو، ماڳ اسان جو،

پنهنجي ٻولي مٺڙي مٺڙي،
کنڊ پتاشا مصري، مصري،
ماکيءَ جي جڻ آهي لار.

ٻول اسان جا، قول اسان جا،
ڍوليا ماڻهو، ڍول اسان جا،

اُٺي وهٺي پنهنجي آهي،
رهڻي ڪهڻي پنهنجي آهي،
کولي صاف چئون ٿا يار!

ديس اسان جو، ويس اسان جو،
لونگيون، اجرڪ کيس اسان جو،
جيڪو چاهي، تنهن کي چاهيون،
گل سان گل خارن سان خار،

ريت اسان جي، پريت اسان جي،
آخر آهي جيت اسان جي.

اُستاد بخاري

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اوهان کي هن نظم جو ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو؟

(ب) اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟

(ج) شاعر، پنهنجي ٻوليءَ کي ڇا سان ڀيٽيو آهي؟

۲. هي نظم سُر ۽ لئه سان گڏجي ٻُڌايو.

۳. هن نظم مان هم آواز لفظ چوندي لکو: جيئن راڳ - سجاڳ

۴. هيٺيان خال ڀريو:

★ پنهنجي ................ منٺي منٺي،
کنڊ پتاشا ...................، مصري،
ماکيءَ جي ................ آهي لار.

★ اُتڻي وهڻي ................ آهي،
رهڻي ........... پنهنجي آهي،
کولي ........... ڇئون ٿا يار!

ياد رکو تہ: هيٺيان لفظ، ٻٽا لفظ آهن.

- رهڻي ڪهڻي
- اٿڻي وهڻي
- ديس پرديس

سبق ٻاويهون

# سَيّد اَلهندو شاهه

**سکيا جي حاصلات**

- سيد الهندي شاهه جي سماجي ۽ تعليمي خدمتن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- پڙهڻ ۽ لکڻ.
- ضمير جي سادي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

ڏاهن جو قول آهي تہ چڱو انسان ڪڏهن بہ ڪونہ ٿو مري. هُو پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪا نيڪي ڪري ٿو، اُنهيءَ جي ڪري سندس نالو قيامت تائين زنده رهندو آهي. هِن دنيا ۾ ڪيترائي اهڙا ڀلا انسان ٿي گذريا آهن، جن جي سموري زندگي پنهنجي قوم جي خدمت ڪندي گذري آهي. سَيد اَلهندو شاهه بہ اَهڙن نيڪ انسانن ۾ ڳڻجي ٿو.

ڪنڊياري تعلقي جي ڏيري شهر ۾، جنهن کي دربيلو بہ چوندا آهن، اتي هڪ وڏو زميندار سيَد يوسف شاهه رهندو هو. اُن بزرگ کي ١٨٦۴ع ۾ هڪ پُٽ ڄائو، جنهن جو نالو سَيد اَلهندو شاهه رکيائين. سَيد اَلهندو شاهه ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍو سُلڇڻو ۽ ذَهِين هو. پڙهڻ جيڏو ٿيو، تہ سندس والد کيس ڏيري جي مدرسي ۾ ويهاريو، جتي پاڻ عربي، فارسي ۽ سنڌي تعليم حاصل ڪيائين.

سَيد اَلهندي شاهه کي هر وقت پنهنجي قوم جي ڀلائيءَ جو اونو رهندو هو. هُو جڏهن دهليءَ جي وائسراءِ جي ليجِسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر هو،

تڏهن اتي بہ عوام جي ڀلي لاءِ ڪم ڪندو رهيو. تن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ غيرآباد زمين تي بہ ڍل ڏيڻي پوندي هئي. اُن ڍل کي ”نوبت“ سڏيو ويندو هو. نوبت نہ ڏيڻ جي ڪري زمين سرڪار ضَبط ڪري ڇڏيندي هئي. سَيّد اَلهندي شاهہ جي ڪوشش سان، اُها ڍل ماڻهن تان معاف ٿي وئي. هو ڪجهہ وقت تائين فرسٽ ڪلاس آنرري مئجسٽريٽ پڻ ٿي رهيو.

سَيد اَلهندو شاهہ عام ماڻهن جي ڀلي لاءِ هميشہ اڳي ڪان اڳرو رهندو هو. غريبن ۽ مسڪينن جو وڏو همدرد ۽ هڏڏوکي هوندو هو. محتاج ۽ ضرورتمند سندس در تان ڪڏهن بہ خالي نہ موٽيا. هو نهايت سادو ۽ نِهَٺو هوندو هو. دين جي ڪمن ۽ عبادت ڪان ڪڏهن بہ غافل نہ رهيو. هُن ڪيتريون ئي مسجدون جوڙايون. صبح جو روزانو قرآن شريف جو دور ڪري، پوءِ ڪو ٻيو ڪم ڪندو هو. سندس پوشاڪ صاف ۽ سادي هوندي هئي. وڏي سلوار ۽ پهراڻ پائيندو هو ۽ مٿي تي پٽڪو ٻڌندو هو. ٻاهر نڪرندو هو تہ ڊگهو ڪوٽ بہ پائيندو هو. پيرن ۾ هميشہ سنڌي جُتي هوندي هيس.

سَيد اَلهندي شاهہ جي سڄي عمر ڀلائيءَ ۽ خير جي ڪمن ۾ گذري، پر سندس سڀ ڪان وڏو ۽ يادگار ڪم آهي نوشهرو فيروز ۾ مدرسو قائم ڪرڻ. اُن وقت انگريزي تعليم پرائڻ جون سهولتون گهٽ هيون، جنهنڪري اُنهن لاءِ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهہ هئي. سندس ڪوششن سان اهو مدرسو، اڳتي هلي هاءِ اسڪول بڻيو، ۽ اڄ اُهو مدرسو ”نوشهروفيروز هاءِ اسڪول“ جي نالي سان مشهور آهي. اُنهيءَ هاءِ اسڪول جي ڀرسان هڪ هاسٽل بہ جوڙايائين، جنهن ۾ غريب ۽ ٻاهران آيل شاگردن لاءِ مفت رهائش ۽ کاڌي پيتي جو پڻ بندوبست ٿيل هو. هاسٽل ۾ رهندڙ شاگردن جي خرچ جو بار بہ شاهہ صاحبَ پاڻ تي کنيو هو.

ڇوڪرن جي تعليم سان گڏ، شاهہ صاحب کي نياڻين جي تعليم جو بہ

اونو رهندو هو. نياڻين کي تعليم جي زيور سان سنوارڻ لاءِ، پنهنجي ڳوٺ ۾، لوڪل بورڊ کان اسڪول جاري ڪرايائين. سنڌ جي هن نيڪ انسان ١٩١٩ع ۾ وفات ڪئي.

سَيد اَلهندي شاهه هڪ مثالي زندگي گذاري. پاڻ جيتوڻيڪ هن وقت اسان وٽ موجود نہ آهي، پر سندس ڪيل خدمتون ۽ حياتي گذارڻ جو نمونو اسان جي سامهون آهي. سَرنديءَ وارن ماڻهن کي، سيّد اَلهندي شاهه جي زندگيءَ کي هڪ مثال ڪري وٺڻ گهرجي، ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ گهرجي.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سَيد اَلهندو شاهه ڪٿي پيدا ٿيو؟

(ب) سندس سڀ کان وڏو ۽ يادگار ڪارنامو ڪهڙو آهي؟

(ج) هو ڪهڙو لباس پائيندو هو؟

(هه) سيد الهندي شاهه ڪڏهن وفات ڪئي؟

٢. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

احترام - اونو - قول - نهنو - سنوارڻ

٣. اهڙا ضمير ٻڌايو، جيڪي ويجهي اسم ڏانهن اشارو ڪن.

٤. توهان پنهنجي علائقي جي ڪنهن اهڙي شخصيت جو احوال ٻُڌايو، جنهن تعليم لاءِ خدمتون سرانجام ڏنيون هُجن.

**سکيا جي حاصلات**

- سماجي رشتن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- سماجي آداب سکڻ.
- واحد، جمع ۽ ضد ڄاڻڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکڻ.

سبق ٽيويهون

# رشتن جو احترام

گهر ۽ ڪُٽنب سماج جو حصو هوندا آهن. ڪُٽنب جا ڀاتي وري ڪُٽنب يا گهر جو حصو هوندا آهن.گهر ڀاتي سُڌريل ته گهر سُڌريل. گهر سُڌري ٿو ته سماج به سڌري ٿو. فردن ۾ سُڌارو تڏهن ايندو آهي، جڏهن منجهن هڪ ٻئي لاءِ ميٺ محبت، عزت، احترام ۽ رشتن جو قدر هوندو آهي. رشتا ڪهڙا به هجن، اهميت وارا ٿيندا آهن. انهن جو هر لحاظ کان خيال رکڻ گهرجي. هڪڙا رشتا رت جا ٿيندا آهن ۽ ٻيا رشتا سماجي هوندا آهن. رت جي رشتن ۾ ڪٽنب جي ڀاتين ماءُ، پيءُ، ڀاءُ ۽ ڀيڻ کان سواءِ چاچَن، مامَن، سؤٽن، ماروٽَن ۽ ماساتَن سميت ڪئين رشتا شامل آهن. ماءُ پِيءُ جي عزت ڪرڻ عبادت آهي. نبِي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيَہِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن فرمايو آهي ته ”ماءُ جي پيرن هيٺان جنت آهي.“ انهيءَ مان ماءُ جي رشتي جي عظمت ظاهر ٿئي ٿي.

ماءُ پِيءُ جو چيو مڃجي، انهن جو ادب ڪجي ۽ ساڻن جِهيڻو ڳالهائجي. ڀاءُ ۽ ڀيڻ جي رشتي جو قَدُر ڪرڻ گهرجي. پاڻ کان ننڍي ڀاءُ ۽ ڀيڻ سان پيار ڪجي. وڏي ڀاءُ ۽ ڀيڻ جي عزت ڪجي. رت جي ٻين سَڳين رشتن سان بہ اخلاق سان پيش اچڻ گهُرجي. رشتن ناتن جو قدر ئي ڪُٽنب، قبيلي ۽ قوم جي سُڌاري جو اهڃاڻ آهي.

سماجي رشتن ۾ پاڙي وارا، ڳوٺ يا شهر وارا، دوست، اُستاد ۽ وطن واسي اچي وڃن ٿا. اُستاد کي تہ ماءُ پِيءُ جو درجو ڏنو ويو آهي. ٻيا سمورا سماجي رشتا ناتا پڻ اهم آهن ۽ انهن جو قدر ڪرڻ اعليٰ انساني گُڻ آهي. جيڪو رشتن ناتن سان سهڻي سُلوڪ سان هلي ٿو، سو ٻين جي دِلين ۾ پنهنجي جاءِ جوڙي ٿو. سڳين رشتن ناتن سان چڱو ورتاءُ ڪندڙ نيڪ ۽ چڱو ئي سڏبو آهي. اسان کي گهُرجي تہ سمورن رشتن ناتن جو قدر ۽ احترام ڪريُون، ٻيون سٺيون عادتون ۽ اخلاق پڻ سکون، ڇو تہ سٺا اخلاق ۽ اٿڻ ويهڻ جا آداب سماج ۾ عزت، قوم ۽ وطن جي نيڪ ناميءَ جو ذريعو آهن.

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اوهان هن سبق مان ڇا پرايو؟
(ب) ڪٽنب ۾ ڪهڙا رشتا اچي وڃن ٿا؟
(ت) سماجي رشتن ۾ ڪير ڪير اچن ٿا؟
(ج) وطن ۽ قوم لاءِ نيڪ نامي ڪيئن ڪمائي سگهجي ٿي؟
(د) اعليٰ انساني گُڻ ڪهڙا آهن؟

۲. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

| قَدُر | ورتاءُ | سماجُ | نيڪ نامي | سُڌارو |
|---|---|---|---|---|

۳. هيٺين لفظن جا جمع لکو، جيئن: ڪتابُ - ڪتابَ

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| ڪُٽنبُ | | مطلبُ | |
| مُلڪُ | | گهَرُ | |
| گُڻُ | | دوستُ | |

۴. هيٺين لفظن جا ابتڙ لکو:

| لفظ | ابتڙ | لفظ | ابتڙ |
|---|---|---|---|
| چڱو | | عزت | |
| نيڪ | | پنهنجو | |
| ننڍو | | دوست | |

۵. سبق پڙهي پنهنجي رشتن بابت ڏهه جملا لکو.

## سبق چوويهون

# پاڪستان جا پاڙيسري ملڪ

**سکيا جي حاصلات**

- پاڙيسري ملڪن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- نوان لفظ جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- پڙهڻ ۽ لکڻ

چين
آتريان علائقا
گلگت
خيبرپختونخوا
جمون ۽ ڪشمير
(تڪراري علائقو)
پشاور
افغانستان
اسلام آباد
بنون
لاهور
فيصل آباد
پنجاب
ملتان
ڪوئيٽا
ڀارت
بلوچستان
ايران
سنڌ
تربت
حيدرآباد
ڪراچي
عربي سمنڊ

اسان جو ملڪ پاڪستان، ڏکڻ ايشيا جو هڪ اهم ملڪ آهي، هن جي ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ آهي، اوڀر، اُتر ۽ اولهه ۾ چار پاڙيسري ملڪ آهن. پاڪستان جا پنهنجي پاڙيسري ملڪن سان سدائين سٺا ۽ دوستاڻا ناتا رهيا آهن. اچو ته انهن ملڪن بابت ڄاڻ حاصل ڪريون.

## چين:

چين، پاڪستان جو مثالي دوست ملڪ آهي ۽ دنيا جو آباديءَ جي لحاظ کان سڀ کان وڏو ملڪ آهي. چين جي حد پاڪستان جي اُتر - اوڀر طرف گلگت بلتستان سان لڳي ٿي.

هن ملڪ جو سرڪاري نالو ’عوامي جمهوريه چين‘ آهي. هن ملڪ جي مکيه ٻولي چيني آهي. چين سان پاڪستان جو واپار ۽ زميني اچ وڃ تاريخي رستي ’شاهراهِ ريشم‘ ذريعي ٿيندي آهي، چين جي گاديءَ جو هنڌ ’بيجنگ‘ آهي. هن ملڪ ۾ ٻاويهه صوبا ۽ پنج خودمختيار علائقا آهن. چين جي آزاديءَ جو ڏهاڙو پهرين آڪٽوبر ١٩٤٩ع آهي. چين هن وقت سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ دنيا جو ترقي يافته ملڪ بڻجي ويو آهي.

## هندستان:

هندستان اسان جو ويجهو پاڙيسري ملڪ آهي، جيڪو پاڪستان جي ڏکڻ - اوڀر ۾ آهي. هندستان جو سرڪاري نالو ’ڀارت‘ آهي. هندستان جي سرحد سنڌ، پنجاب ۽ آزاد ڄمون ڪشمير سان ملي ٿي. هندستان، آباديءَ توڙي ڦيلاءَ جي لحاظ کان ڏکڻ ايشيا جو وڏي ۾ وڏو ملڪ آهي. هندستان جي گاديءَ جو هنڌ ’نئين دهلي‘ آهي. هن ملڪ جي وڏن شهرن ۾ دهلي، ممبئي، ڪلڪتو، مدراس، بئنگلور، حيدرآباد دکن ۽ ٻيا شهر اچي وڃن ٿا. هندستان جي آزاديءَ جو ڏهاڙو ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع آهي. ڀارت ۾ هندي، اردو، پنجابي، بنگالي، تيلگو، تامل، گجراتي، مراٺي، سنڌي ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. ڀارت ڪمپيوٽر سافٽ ويئر جي تياريءَ ۾ تمام گهڻي ترقي ڪئي آهي.

## ايران:

ايران جو سرڪاري نالو ’اسلامي جمهوريه ايران‘ آهي. هي ملڪ پاڪستان جي اولهه ۾ بلوچستان صوبي سان لڳ آهي. ايران جي گاديءَ جو هنڌ ’تهران‘ آهي. هن ملڪ جي وڏن شهرن ۾ مشهد، شيراز، اصفهان، تبريز، زاهدان، قمُ ۽ ٻيا شهر اچي وڃن ٿا. هن ملڪ جي قومي

ٻولي فارسي آهي، جڏهن ته بلوچي، ترڪي، عربي، ڪردي، سنڌي ۽ ٻيون ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. ايران، علم، ادب، شاعريءَ ۽ ثقافت سبب مشهور آهي، عمارت سازيءَ ۾ پڻ ايران جو مثال ملڻ مشڪل آهي. ايران جي آزاديءَ جو ڏهاڙو ٢٦ فيبروري ١٩٢١ع آهي. هتي جي مکيه زرعي پيداوار ۾ ڪڻڪ، ٻاجهري، سڪل ميوا، ڪپهه، انگور ۽ ٻيون شيون شامل آهن.

## افغانستان:

افغانستان اسان جو اهم پاڙيسري ملڪ آهي، جيڪو پاڪستان جي اتر - اولهه ۾ آهي. پاڪستان جا صوبا خيبرپختونخوا ۽ بلوچستان ۽ فاٽا جا علائقا افغانستان سان لڳن ٿا. افغانستان جو پراڻو نالو ’آريانا‘ آهي. هن وقت افغانستان ’اسلامي جمهوريه افغانستان‘ جي نالي سان ڳڻيل قومن ۾ شامل آهي. افغانستان جي گاديءَ جو هنڌ ’ڪابل‘ آهي. هن ملڪ جي وڏن شهرن ۾ قنڌار، هرات، مزار شريف، جلال آباد ۽ ٻيا شهراچي وڃن ٿا. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو ٢٧ مئي ١٩١٩ع آهي. هن ملڪ جون مکيہ ٻوليون پشتو، فارسي ۽ دري آهن. افغانستان جي موسم خشڪ رهندي آهي. گرمين ۾ سخت گرميون تہ وري سردين ۾ سخت سيءُ پوندا آهن. قالين سازي هن ملڪ جو اهم پيداواري ذريعو آهي.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) پاڪستان جي پاڙيسري ملڪن جا نالا ٻڌايو؟
(ب) چين جي سرحد پاڪستان جي ڪهڙي علائقي سان لڳي ٿي؟
(ج) هندستان جو سرڪاري نالو ڪهڙو آهي؟
(د) ايران جي قومي ٻولي ڪهڙي آهي؟
(هه) افغانستان جو پراڻو نالو ڇا آهي؟

### ٢. هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو؟

| خودمختيار | پاڙيسري | مشڪل | قالين سازي | آزادي |
|---|---|---|---|---|

### ٣. صحيح جوابن تي نشان (✓) لڳايو:

(الف) آباديءَ جي لحاظ کان دنيا جو سڀ کان وڏو ملڪ ڪهڙو آهي؟

| پاڪستان | چين | هندستان | ايران |
|---|---|---|---|

(ب) افغانستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

| دهلي | تهران | ڪابل | بيجنگ |
|---|---|---|---|

سبق پنجويهون

# ڀولڙي جي ورڇ

(تصويري ڪهاڻي)

**سکيا جي حاصلات**

- تصويرون ڏسي آکاڻي ٺاهڻ.
- بيهڪ جي نشانين جو استعمال ڪرڻ.
- ناڪاري جملا ٺاهڻ.

* تصوير ڏسي آکاڻي ٻڌايو.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) تصويرن ۾ ڏنل جانورن جا نالا ٻُڌايو؟

(ب) جانورن کان سواءِ تصويرن ۾ ٻيون ڪهڙيون شيون ڏنل آهن؟

(ج) تصويرون ڏسي انهن ۾ ڏنل ڪهاڻي ٻُڌايو؟

(د) تصويري ڪهاڻيءَ مان اوهان ڪهڙو سبق سکيا آهيو؟

## ٢. هيٺ ڏنل جملن کي ٻيهڪ جون نشانيون ڏيو:

- آءٌ اوهان وٽ اچان ٿو
- ڇا توهان مون وٽ ايندين
- مون وٽ ڪتاب ڪاپي ۽ قلم آهي

## ٣. هيٺين جملن کي ناڪاري جملن ۾ بدلايو:

- مون وٽ گل آهي.
- آءٌ توکي ڪتاب ڏيندس.
- آءٌ تو وٽ ايندس.

## ٤. رنگ ڀريو:

سبق چويهون

# محنت ڪر تون محنت ٻار!

### سکيا جي حاصلات

- بيت سُر ۾ لئه سان پڙهڻ.
- سنئين ڳالهين جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- محنت جي عظمت سمجهڻ.
- لفظن جي معنيٰ ٻڌائڻ.
- نوان لفظ ڳولهڻ.

محنت ڪر تون محنت ٻار،
محنت سان ٿيندين هوشيار!

وِهنجي سِهنجي نيرن ڪائي،
اُجرا ڪپڙا پهري پائي،
مڪتب ڏي ٿي ترُت تيار،
محنت ڪر تون محنت ٻار!

ٻُڌ تون ٻار هنئين سان لائي،
جو توکي اُستاد پڙهائي،
گهر ۾ تُون پڻ اُن کي سار،
محنت ڪر تون محنت ٻار!

مائٽ مِٽ توکي پائيندا،
سنگتي ساٿي پڻ چاهيندا،
ٿيندو تنهنجو ناماچار،
محنت ڪر تون محنت ٻار!

جيڪو محنت خوب ڪري ٿو،
پنهنجي ڪم تي ڌيان ڌري ٿو،
تَنهن جا ٿيندا ٻيڙا پار،
محنت ڪر تون محنت ٻار!

# مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) توهان کي هن بيت جو ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو؟

(ب) جيڪو بند اوهان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اهو ڇو ٿو وڻي؟

(ج) نظم ۾ شاعر ڪهڙي ڳالهه جو ذڪر ڪري ٿو؟

٢. هِيءُ بيت زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس ۾ سُر سان پڙهو.

٣. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو.

| اجرا | پَهري | مڪتب | ترت | هنئين | ناماچار |
|---|---|---|---|---|---|

٤. هيٺ ڏنل خال پريو:

* مائٽ.................. توکي پائيندا،
.................... ساٿي پڻ چاهيندا،
وڏندو تنهنجو .........................،
محنت ڪر ........... محنت پار!

* ٻڌ تون پار...............سان لائي،
جو توکي ...................پڙهائي،
گهر ۾ تون پڻ ان کي ...........،
محنت ڪر تون محنت............!

٥. ڪٽل اکر ملائي، لفظ پورا ڪريو:

| م |
|---|
| ح |
| ن |

| م | ڪ | | ب |
|---|---|---|---|

٦. پڙهو ۽ سهڻن اکرن ۾ لکو:

وهنجي سهنجي     مائٽ مٽ     سنگتي ساٿي

سبق ستاويهون

# نصيحت پريا ٻول

**سکيا جي حاصلات**

- نصيحت پريا نُڪتا سکڻ.
- علم جي اهميت سمجهڻ.
- نيڪيءَ جا ڪم ڪرڻ.
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ.
- لکڻ ۽ پڙهڻ.

* وڏن جي عزت ڪرڻ گهُرجي.
* هنر دولت آهي.
* بُري صحبت کان بچجي.
* علم روشني آهي.
* هيچ ڪري گهٽو نہ ڪائو.
* گهٽ ڳالهائڻ حڪمت آهي.
* معاف ڪرڻ بهادري آهي.
* بدلو وٺڻ بزدلي آهي.
* سنو سلوڪ انسانيت آهي.

## مشق

١. هيٺ ڏنل خال ڀريو:

- معاف ڪرڻ ............... آهي.
- علم ............................ آهي.
- هنر ............................ آهي.

٢. ٻارو، اوهان ڪي بہ پنج نصيحت پريا ٻول پنهنجي ڪاپيءَ تي لکي ڏيکاريو.

سبق اٺاويهون

# دعا

## سکيا جي حاصلات

- نظم سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
- الله پاڪ کان چڱن ڪمن ڪرڻ جي دعا گهرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکڻ ۽ استعمال ڪرڻ.

ڪٽي هٿ دعا تو گهران اي ڏٽي!
ملي سمجھ ساڃاهہ مون کي گهڻي!

وڏن جي گهڻي آءٌ عزت ڪريان،
۽ پاڻان ننڍن سان محبت ڪريان!
وطن سان سچو شل سدائين رهان،
شروع کان وٺي تو ڙ تائين رهان!

پڙهان ۽ لکان ۽ هنر پڻ سکان،
وطن جو اچا نالو اوچو ڪريان!
خدايا! چوان جو بہ سچ مان چوان،
ڪڏهن ڪوڙ کي ڪين ويجهو وڃان!

ڪٽي هٿ دعا تو گهران اي ڏٽي!
ملي سمجھ ساڃاهہ مون کي گهڻي.

امداد حسيني

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) توهان کي هن بيت جو ڪهڙو بند وڌيڪ وڻيو ٿو؟

(ب) جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اهو ڇو ٿو وڻي؟

۲. هِيءُ بيت زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس ۾ سُر سان پڙهو.

۳. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ساجاھ | پاٽان | توڙ | اوچو | ڪين |
|---|---|---|---|---|

۴. هيٺيان خال پري بند مڪمل ڪريو:

* پڙهان ۽ لکان ۽ ..................... پڻ سکان،
وطن جو اجا ..................... اوچو ڪريان!
خدايا! چوان جو ............ سچ مان چوان،
ڪڏهن ڪوڙ.......... ڪين ويجهو وڃان!

* ڪٽي هٿ.................. تو گهران اي ڏٽي!
ملي سمجھ ................. مون کي گهٽي.

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق ڇهريون** | |
| اِسرار | راز - ڳُجهه |
| ٻَلي ٻلي | واه واه - شاباس |
| جنسار | سينگار |
| ڌريو | ڏيو |
| ڌيان | توجهه |
| روز | ڏينهن |
| شمار | ڳڻپ - ڳاڻيٽو |
| قسمين قسمين | نموني نموني - طرحين طرحين |
| ڪارَ | اونداهي - انڌوڪار |
| گلزار | چمن - باغ - گلن جي جاءِ |
| ڳَڙا | برف جا گولا جيڪي مينهن وسندي آسمان مان ڪرن ٿا |
| لاهه | لاهو - هيٺائين - ڍورو |
| **سبق ٻيو** | |
| پارتَ | هدايت - سفارش |
| چغلي | لائي چائي - گلا جوٽي |
| سُياءَ | سُٺي عادت |
| ڪوٺيندا | چوندا - سڏيندا |
| گلا | پرپٺ (غير حاضريءَ ۾) |
| | برائي ڪرڻ |
| مُرڪي | ٿورو کلي، مسڪرائي |
| مومن | ايمان وارو |
| منع | روڪ - جَهل - انڪار |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق ٽيون** | |
| جڳ | دنيا - جهان - سنسار |
| سهارو | آڌار - آسرو |
| قيامت | حساب جو ڏينهن |
| ڪمزور | هيڻو - بي طاقت |
| هيڻن | ڪمزورن - ضعيفن |
| **سبق چوٿون** | |
| تبليغ | پرچار - دين جي سمجهاڻي |
| تبوڪ | ماڳ جو نالو |
| پرهيزگار | پلارو - چڱو |
| سَندس | ان جو |
| سندن | انهن جو |
| غار | ڪڏ - چُر |
| غارِ ثور | هڪ غار جو نالو |
| ڪفن | مُردي جو لباس |
| ڪانئس | ان کان |
| ڪانئن | انهن کان |
| کيس | ان کي |
| کين | انهن کي |
| وصال | لاڏاڻو - فوت |
| هجرت | لڏڻ - هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ وڃڻ |
| **سبق پنجون** | |
| اهڙيءَ ريت | ان نموني - ان طرح |
| بندرگاهه | سامونڊي ڪناري تي اهو هنڌ جتي ٻيڙيون ۽ جهاز سامان لاهين ۽ کڻن |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ثقافت | اٿڻي ويهڻي - رهڻي ڪهڻي هلت چلت جو نمونو |
| ساراهه | واکاڻ - تعريف |
| شامل | گڏ - مليل |
| علائقو | ڪنهن ملڪ جو حصو يا پاڱو |
| قديم | پراڻو - اڳاڻو - پراڻي وقت جو |
| لحاظ | خيال - ڌيان - سانگو |
| مالا مال | شاهوڪار - ڀرپور |
| مهمان نوازي | مهمانن جي خدمت |
| وادي | آباد زمين - سٺي زمين - ماٿري |
| **سبق ڇهون** | |
| اعليٰ | وڏي شان وارو - عزت وارو تمام مٿاهون - اوچو |
| پِرايون | حاصل ڪريون - سِکون |
| صدقي | قُربان |
| مان | شان - عزت |
| نرالو | ڌار - مختلف |
| **سبق ستون** | |
| تحريڪ | هلچل - ڇُرپر - ڪوشش |
| تهذيب | اٿڻي ويهڻي - پوشاڪ ۽ کاڌو پيتو |
| ڦَلُ | ميوو - نتيجو |
| ڪامياب | ڪٽيندڙ - فاتح |
| لاڏاڻو | موت - وفات |
| ليکجڻ | نظر اچڻ - ڏسڻ ۾ اچڻ |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نيڪ مرد | چڱو ماڻهو - خوش اخلاق - سهڻائي - انسانيت |
| **سبق اٺون** | |
| حِصو | پاڱو |
| خليل الله | الله جو دوست |
| راهه | رستو - واٽ |
| سُلڇڻو | سٺين عادتن وارو |
| سدورو | ڀختاور - سڀاڳو |
| قربان | صدقو - خيرات |
| **سبق نائون** | |
| ٽرئفڪ | گاڏين جي اچ وڃ |
| حادثو | اتفاق - اوچتو ٿيل ڪا ڳالهه |
| زيبرا ڪراسنگ | پٽاپٽي رستو، جتان پيادل رستو پار ڪجي |
| سگنل | نشان - اشارو |
| فٽ پاٿ | پنڌ هلڻ جو رستو |
| قاعدا | قانون - اصول |
| ڪنٽرول | روڪ - بندش |
| **سبق ڏهون** | |
| بنايو | ٺاهيو - جوڙيو |
| عظمت | وڏائي |
| فرمايو | چيو - ٻُڌايو |
| قسمت | نصيب - ڀاڳ - بخت |
| قائداعظم | وڏو اڳواڻ |
| ڳُڻ | نيڪي - چڱي عادت - سُٺا لڇڻ |
| **سبق يارهون** | |
| اَهنج | ڏُک - ايذاءُ - تڪليف |
| پهريندو | پائيندو |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| جَتنَ | ڪوششون |
| چوٽڪارو | آزادي |
| حل | طريقا - رستا |
| ڏُڪار | ڪاڏي پيتي جي شين جي ڪوٽ |
| سلوڪ | ورتاءُ - پيش اچڻ جو نمونو |
| سماجي خدمتون | ماڻهن جي ڀلائي جا ڪم ڪاريون |
| سلميءَ جي وِيري | علائقي يا ڳوٺ جو نالو |
| مَنهُن | ڪڪائون گهر يا اَجهو |
| مسئلا | ڏکيائون - مشڪلاتون |
| هَڏ ڏوکي | مددگار - دوست - گهڻگهرو |
| هَڪيو | هٿيڪو - موجود |
| **سبق ٻارهون** | |
| ڏياري | هندن جي ڏيڻ واري عيد |
| سوڀ | فتح - ڪاميابي |
| سينگاريا | سجايا |
| سنبت | تياري |
| **سبق چوڏهون** | |
| ٻولَ | ڳالهيون |
| چاهُ | شوق |
| سڳورو | ڀلارو - مبارڪ - افضل |
| ڪِلڪَ | ڪاني جو قلم |
| ڳنڍجاڻي | ملاقات - ميلاپ - ڳالهه ٻولهه |
| وندرايان | خوش ڪيان - وندر ڪرايان |
| **سبق پندرهون** | |
| اُداس | پريشان |
| اَجر | ثواب |
| انداز | نمونو |

| لفظ | معني |
|---|---|
| رازداري | لڪ - ڳُجهيءَ طرح |
| رُسي ويل | ڪاوڙيل |
| رونقون | سونهن - حُسن |
| سَلا | ٻوٽا |
| سربستو | پورو - سمورو |
| لاهَ | وڻ جي پاڙ جيڪا زمين اندر ٿئي ٿي |
| مرهيات | مري ويل - مرحوم |
| ويران | برباد - سُڃو - ڦٽل |
| **سبق سورهون** | |
| حقيقت | سچ پچ - سچائي |
| خلائي لباس | خلا ۾ وڃڻ وارو لباس |
| غور | ويچار - ڌيان |
| متاڃرو | مٿيون پاڳو |
| **سبق سترهون** | |
| اڃا اُجرا | صاف سُٿرا |
| امتحان | پرک - آزمائش |
| جهَٽڻ | جهپڻ |
| چڱيلائي | صحت |
| چنڊ ڦوڪ | صفائي، سُٿرائي |
| ساهيڙيون | سَرتيون - دوست |
| **سبق ارڙهون** | |
| جوت | روشني |
| ٽانڊاڻا | ڪُرڪُٻيتا - جُڳنو - چم چراڪ |
| سُرها | خوشبودار |
| سونهارو | سونهن وارو - خوبصورت |
| مڪڙيون | اڻ ٽڙيل گل - ڪچا گل |
| مونجهارو | پريشاني - تڪليف |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| **سبق اوڻيهون** | |
| چيئر لفٽ | هڪ قسم جو جهولو |
| ڇُهڻ | هٿ لڳائڻ |
| لاڀائتو | فائدي وارو |
| ماڳن | هنڌن |
| وَستيون | ڳوٺ - وسنديون |
| واهڻ | ننڍا ڳوٺ |
| **سبق ويهون** | |
| تهدار | تهن واري يا وارا |
| رڻ پٽ | ويران - برپٽ - سُڃ |
| زرخيز | تمام ڀلي - سُٺي پيداوار ڏيندڙ |
| چيون | وڏا پٿر |
| عمارتون | جايون - جڳهيون |
| گُهرج | ڪَپُ - ضرورت |
| مانداڻ | جُهڙ - رنگين نظارا |
| مختلف | ڌار - الڳ الڳ |
| **سبق ٻاويهون** | |
| احترام | عزت - آبرو - مانُ |
| اونو | فڪر - ڳڻتي |
| ڀلا | سُٺا |
| زنده | جيئرو |
| سنوارڻ | اُجارڻ |
| ضبط ڪرڻ | قبضي ۾ آڻڻ - صبر ڪرڻ |
| قول | چوڻي |
| نيڪ | چڱو |
| نِهٺو | نماڻو - حيادار - صبر وارو |
| **سبق ٽيويهون** | |
| آداب | طريقا - ادب جو جمع |
| اُهڃاڻ | نشان |
| جهيڻو | گهٽ آواز - آهستي |
| رشتا | ميٺي مائٽي - سڱ |
| سڌارو | بهتري - تبديلي |
| سماج | معاشرو - قومَ - برادري |
| قدر | خيال |
| ورتاءُ | پيش اچڻ |
| نيڪ نامي | ساراه - نيڪي - واکاڻ |
| **سبق چوويهون** | |
| ترقي يافته | سُڌريل |
| ٽيڪنالاجي | هنرن جي ڄاڻ - هنرن جو علم |
| خود مختيار | آزاد |
| ڍاڙو | ڌڻ - ڌينهن |
| **سبق ڇويهون** | |
| اُجرا | صاف |
| ٽُرت | جهٽ پٽ - جلدي |
| ڀهري | پائي |
| مڪتب | اسڪول |
| ناماچار | نيڪي - ساراه |
| هنئين | دِل سان - من سان |
| **سبق ستاويهون** | |
| ٻولُ | ڳالهه - ٻولَ - ڳالهيون |
| حڪمت | ڏاهپ - سياڻپ |
| صحبت | سنگت - دوستي |
| هَٻَڇَ | لوڀ - موهُ - لالچ |
| **سبق اٺاويهون** | |
| اُوچو | مٿانهون - اعليٰ |
| توڙ | آخر - پڇاڙي |
| پاڻان | پاڻ - پنهنجو پاڻ - خُود |
| ساڃاهه | حياءُ - سُڌ |
| ڪِينَ | ڪونه - نه |